مثنوي

# ڪشف اعجاز

# ترجمهٔ گلشن راز



سنڌي شعر ۾

لکيل

## ميرزا قليچ بيگ
## جو



سڀ حق ۽ واسطا قائم

سنه ١٩١٤

قيمت ٠-٠-١ روپيو



اسٽنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس

# ديباچو

هنجو اصل پارسي ڪتاب جنهنجو نالو مثنوي گلشن راز آهي سو تصوف جو تمام مشهور ڪتاب آهي ۽ مولانا جلال الدين رومي جي مثنويءَ وانگي ڏکڙي سند ليکيل آهي. انهي ۾ تصوف ۽ توحيد جا باريڪ ۽ مشڪل مسئلا حل ٿيل آهن. مضمون جي ڪري اِهو ڪتاب ڪمياب، قيمتي، مشڪل ۽ عمدو آهي. ايم. اي. جي امتحان لاءِ مقرر ڪيلن پارسي ڪتابن مان ڏکڙو آهي. تصوف جي اُصولن بابت ڏکڙو ننڍو ڪتاب مون اڳئي لکيو آهي. اُنهي ڪان پوءِ هنجي پڙهڻ ۾ ڪا به مشڪلات نہ ٿيندي. ترجمي ڪندي ڪي ٿورا بيت مون غير ضروري ڄاڻي ڇڏي ڏنا آهن، مگر جيڪو ضروري مضمون آهي سو سڀ مون آندو آهي. جيتوڻيڪ اصل مشڪل ڪتاب جي سمجهاڻي سليس سنڌي شعر ۾ ڏني وئي آهي تہ بہ ڪي لفظ ۽ جملا اصل وارا اِصطلاحي ڄاڻي ڪم آندا ويا آهن. تنهنڪري انهنجي معنيٰ، ٿوري ٻين ڳالهين جي مختصر شرح بہ ڏني وئي آهي. هن ڪتاب جو مصنّف مولانا سعد الدّين محمود شبستري آهي. شبستر هڪڙو ڳوٺ آهي، جو ايران جي

شهر تبريزکان اتڪال ٻارهن ڪوهن تي آهي. هو ڄائو بہ اُتي ۽ مئو بہ اُتي. هي ڪتاب هُن سنہ ٧١٧ هہ ۾ لکيو هو. خراسان جي ڪن بزرگن تصوف ۽ توحيد بابت قاصد جي هٿان ڪي سوال امير سيد حسين ڏي موڪليا هئا. اِهو سيد شيخ بهاء الدين زڪرياّ ملتانيءَ جو خليفو هو، جو وري مشهور شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو خليفو هو. انهيءَ سيد جي فرمائش موجب مولانا محمود شبستري انهن سوالن جا جواب شعر ۾ لکيا.

حيدرآباد ٢ جمادي الثاني سنہ ١٣٣١هہ=١٠ مي ١٩١٣

---

**اشارو** - جتي شعر ۾ ڪو لفظ وزن جي ڪري تڪڙو پڙهڻو تو تنهن اُتي جدائي لاءِ مٿان شد جي نشاني ڏني وئي آهي

قليچ بيگ



مثنوي

# ڪشف اعجاز

## ترجمهٔ گلشن راز

بسم الله الرحمن الرحيم

شروع ٿو آءٌ ڪريان نالي اُنهي جي
ڏني جنهن روشني روحاني دل کي

سيکاريئين روح کي اوّل ڪرڻ فڪر
ٿئي علم ۽ عمل جو جنهنکان پوءِ ذڪر

اُنهيجي فضل پئي عالم ڪيا روشن
انهيجي فيض کان ٿي خاڪ[3] گلشن

اُهو قادر جنهين منجهه طُرفة العينْ

---

١- سڀ کان ضروري ۽ اعلي شئ آهي معرفت الهي، جا فڪر ڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿي- خاص کي ڪشف جي رستي ۽ عام کي استدلال يا حجت دليل يعني علم سان- اهي ٻئي فڪر يا تفڪر هيٺ اچن ٿا- علم ۽ عمل اُنهنکان پوءِ- ٢- تجلي ظهوري ٻن قسمن جي آهي- عام ۽ خاص- هڪڙي تجلي رحماني ۽ ٻي تجلي رحيمي. ٻنهي مان فضل ظاهر ٿو ٿئي ۽ ٻئي مان فيض. ٣- يعني آدم جي مٽي مان ذاتي ۽ اسمائي ڪمال ظاهر ڪيائين.

ڪيو پيدا بنائي ڪُن[1] مان ڪونين
ھنيءَ قدرت سندس دم جڏھن قلم[2] تي
ھزارين نقش ٿيا آوَج عدم[2] تي
انھي دم ڪان ٿيو پيدا ٻه عالم
اُنھيءَ ڪان ٿي ھويدا جانِ آدم
تميز ۽ عقل پوءِ آدم ۾ آيو
پيو ايئن معرفت جو اُنهه پايو
ڏٺئين جڏھن ڪه معيّن شخص آھيان[3]
ڪيئين تڏھن فڪرتا آءُ پاڙ ڇاڊيان
تڏھن ھن جُزو[4] مان ڪُل ڏي سفر ڪيو
اُتان اُن موتي عالم تي گذر ڪيو

---

١ـ اشارو ڪُن فيڪون جو. قرآن ۾ آھي تہ انّما امره اذا اراد شيئًا ان يقول له ڪن فيڪون. ٢ قلم يعني تعيّن اول ۽ عدم يعني اعيان ثابته، جي قدرت سان ظاھر ٿيا ـ ۽ جدا جدا صورتون پيدا ٿيون. ٣ـ تجلّي شھودي جي ڪري پھرين حق صورت ۾ ظاھر ٿيو، پر ھيءَ طرح اُھي صورتون يا شيون مخلوق ۽ ممڪن ٿيون سڏجن، يعني تعين ٿيل يا معين آھن ـ معرفت جو مطلب ھاھو تہ حق واحدالذات ۽ ڪثيرالصفات آھي ـ ٤ـ جزو يعني تعين آدم ۽ ڪل يعني واحد مطلق. اھو ھھريون سفر ٿيو سير رجوعي يا سيرالي الله ۽ ٻيو سير عالم ڏي ٿيو سير با الله، جو سالڪ واصل عارف تي ظاھر ٿو ٿئي.

ڏٺئين عالم کي هڪُ آمر اعتباري [1]
حقيقت ڪري سمجھيئن سڀ ۾ ساري
تيَس معلوم تڏَهن ڪثرت ۾ وحدت
ڳڻڻ ۾ جيئن وڌي هڪڙو ٿو برڪت [2]
اصلَ ڏِي سڀ شيئُون جيئن موٽ ڪائِن [3]
همہ ٿيو هڪِ ۽ حقّ ظاهر ۽ باطِن
اندر باهر ٿيو عالم ۾ ڇڙو هڪ
ٿيو هڪڙو گهڻو ۽ ٿيو گهڻو هِڪ [4]
ٿيو هي وهم ڪان صورت ۾ سڀ غَير
ٿو نقطو دائِرو ٿئي تيز منجهہ سير [5]

---

١- تعين هڪڙو امر اعتباري آهي - سڀ مخلوقات ۽ شيون رڳو اعتبار جي ڪري حق جي هنيان هستيءَ ۾ آهن نه ته حقيقت ڪري ڪي ڪين آهن - اما ڪثرت رڳو وحدت جي هنيان تي سهائي نه ته عدم آهي. ٢- جهڙيطرح ڳاڻيٽي ۾ اصل انگ يا عدد هڪڙو آهي - ٻيا وڏا انگ يا عدد انهي هڪڙي مان ٻن گڏڻ سان ٿا ٿين جئن ته ڏهن جي معني ڏهه ڀيرا هڪ وغيره. ٣- ڪل شيءِ يرجع الي اصله. ٤- وحدت ۽ ڪثرت گڏي هيئي آهي. ٥- جڏهن تڪڙي گهمائڻ ڪري ليڪ وانگي ڏسجي ٿي ۽ نقطو ليڪ وانگي ڏسجي ٿو ۽ اصل ليڪ ۾ نقطن مان جڙيل آهي - گهڻا نقطا گڏجي ليڪ ٿا ٿين.

اهي[1] هڪ خط ڪي يان اوّل ڪان آخر

سڄي خلق آهي ذِت اُن تي مسافر

سيءَن جي انبيا ڪن پيشوائي

سفر ۾ قافلي جي رهنمائي

تيو سيد اسانجو تن ۾ سردار

اَوّل آخر تيو عالم جو مهندار

اَحد[2] تيو ميم احمد جي ۾ ظاهر

ڦري اَوّل اچي تيو عين آخر

تيو احمد احَد ۾ ميمُ هڪ فرق

تيو اُن ميم ۾ عالم سڄو غرق

تيا پوءِ اَوليا اُن راهہ تي جمع

تيو هڪُ بدر جي جمع جي شمع

---

۱- اول موجودات آهي عقل اول - انهي نقطي تان ليڪ هاي هيٺ تنزل ڪري مرتبۂ انساني ۽ تي اچي تي اُتان وري ڦري چڙهي مٿي ترقي ڪري مرتبۂ الهي تي پهچي تي - انهيطرح دوريا گهيرو پورو ٿئي تو ۽ وري اصل وارن نقطي تي اچي تو- سالڪ سب انهي رستي تي ٿا هلن. ۲- ميم جو ابجد موجب عدد چاليهہ آهي ۽ موجودات جا مرتبا بہ چاليهہ ٿا چون ، جن صورتن ۾ حق ظاهر تيو آهي. ميم آهي تعين اول يا تعين محمدي يا حقيقت محمدي.

جيو ڪ، محو تي حق ۾، اَنا الحق[1]
ڪيو بڻي ٻاڻ کي حق تان تصدق

ڏيکاريو جُزو ۾ ڪڙي اچي ڪُلُ
قديم ۽ مُحدث[2] اندر رهئي وڏو دُلُ

پڙهي ڪُ زلف خال ۽ خط جي ٻاڻي
شراب ۽ شمع شاهد[3] جي ڪهاڻي

ڪئي هر ڪِ جُدا اِت پنهنجي منزل
جدا ٻولي سندين سمجهڻ تي مشڪل

ڏيڻ سمجهاڻي تنجي آهي بهتر
سوالن ۽ جوابن سان چڱيءَ پر

---

## سوال پهريون.

اَوَل آهي منکي انجو تحيّر
آهيّ چا فڪر، فڪرت يا تفڪّر

---

۱- جئن منصور چيو ته آءٌ حق آهيان ۽ هين ۾ اهڙي قسم جون ٻوليون ٻڌائي سر ڏنو. ۲- قديم حق آهي جو اصل کان هو ۽ محدث مخلوقات آهي جا پوءِ پيدا ٿي. ۳- يعني محبوب.

## جواب

تفڪّر[1] ٿيو وڃڻ باطلِ کان ڏانهن حق
ڏسڻ هڪ جزو اندر ڪُلّ مطلق

جڏهن[2] پيدا ٿئي دِلبر تصوّر
پريندي نائڻ اُنجو ٿئي تَذڪّر

جڏهن[3] اُنکان لنگهي ٿئي وِت فِڪرت
تڏهن نالو انهيجو آهي عِبرت

تصوّر[4] تي جَڏهن ٿئي ٿو تدبّر
تڏهن ٿئي عقل وارن وٽ تفڪّر

تصوّر جي جي ٿي ترتيب معلوم
ته نا مفهوم شيءِ پوءِ ٿيندي مفهوم

---

١- هي آهي سير ڪشفي يعني تعينّات يا ڪثرت کان وجود مطلق يا واحد حقيقي ڏي وڃڻ. اهو ٿيو سالڪ جو وصال يا فنا في الله جو مقام- جڏهن قطرو سمنڊ ۾ وڃي گڏجي. ٢- قلب يا دل يعني نفس ناطق جنهن ۾ معني ڪا صورت وٺي ٿي، جنهنکي تصور ٿا چون. جڏهن پريندي ڪنهن نا معلوم شي بابت دلبر تصور يا خيال ڪجي ٿو تڏهن انهي کي تذڪر ٿو سڏجي يعني انهيکي ياد ٿو ڪجي جا اصل معلوم هئي پر عدم جي ڪري وسري وئي هئي.

٣- جڏهن انهيڪان پوءِ انهي خيال تي ويچار ڪجي ٿو ۽ انهيطرح ترتيب وار منطق جي قاعدي موجب خيال ڪرڻ کي عبرت چوندا يعني عبور ڪرڻ يا لنگهي اڳيرو يا مٿي وڃڻ

٤- انهيڪان پوءِ تدبّر ڪرڻ سان تفڪّر حاصل ٿو ٿئي-

مُقدّم[1] ٻئي ٿيو ۽ تالي ٿي ماءُ
نتيجو تن جو ٿيو پُٽ آخر آءِ ياءُ
اما ٿي قاعدي منطق جي تقليد
نہ ڇُپي ڪا خُدائي انہ تائيد
ڏکي ايءَ عقل ۽ قانون جي واتَ
ڇڏج تا ڏو تي پٽيءِ ڪا ڏوَر جي لاتَ
عَصا[2] ڇڏ، واديءِ ايمنِ جي وٽ راہ
تہ مُوسي جان ٻُڌين اِنّي اَنَاَ الله
ڏِسي ڪثرت ۾ جو وحدت مُحقّق[3]
نظر تنهنکي اچي موجود ۾ حقُ
ڏنو مان معرفت نور صفا جنهنِ
ڏٺو سڀ شيءِ منجهان اوّل خُدا تنهن

---

١- مقدم ۽ تالي منطق جي علم ۾ ٻہ خاص جملا يا ڪلام آهن جنمان ٿيو جملو يا ڪلام نڪرندو آهي جنهنکي نتيجو چوندا آهن ۽ اهو آهي استدلال يا حاجت ۽ دليل جو رستو. ٢- عصا يا لٺ جنهنسان حضرت موسي معاجزو ڪندو هو- اُها آهي بجاءِ منطقي دليل جي - ۽ وادي ايمن جو رستو آهي دل کي صفائي ۽ روح جي تجلي تہ ڪشف جو نور اُنہ پيدا ٿئي - اني انا الله جو آواز حضرت موسي ٻڌو يعني تحقيق آءٌ خدا آهيان. ٣- محقق اُهو ڪامل آهي جنهنکي شين جي اصل حقيقت جي پوري ڪشف ٿئي. انهنجا کي قول هي آهن - الحق محسوس و الحق معقول - ما رائيت شيئًا الا و رائيت الله قبلہ يا بعدہ يا معہ يا فيہ.

جڏهن ٿئي فڪر ۾ تجريد تفريد[١]
تڏهن پهچي الاهي ڪنهنکي تائيد
خُدا جڏهن وات تو ڪنهنکي ڏيکاري
ڇڏي منطق معاني سڀ وساري
حڪيم ۽ فلسفي جڏهن آهي حيران
ڏسي تڏهن ڪين تو سو غير امڪان[٢]
ڪري امڪان مان اثبات واجب
ٿئي حيران سو منجهه ذات واجب
تين تيون سڀ شيون سان ضد ظاهر[٣]
مگر حق بي مثل بي ضد سائر
رکي ممڪن نہ واجب جو نمونو
لهي ڪيئن، تيز جو بيچون بي چگونو
آهي نادان جو خورشيد تابان
تو ڳولي شمع سان نت منجهه بيابان

---

١- فڪر يعني سيرالي الله ۽ بالله ۽ في الله مُنحصر آهي ظاهر جي تجريد ۽ باطن جي تفريد تي يعني الله کان سواءِ جيڪي آهن تنهنکان آزاد ٿيڻ. انهيکان پوءِ ڪشف يا نور الاهي پيدا ٿيندو. ٢- امڪان يعني ممڪنات ۽ موجودات، جنمان دليل جي رستي حق يا واجب وجود جي ذات معلوم ڪن ٿا، جيئن حڪيم ۽ فيلسوف ڪندا آهن. ٣- حڪيمن جو قول آهي ته الاشياءِ انما تبين باضدادها.

خُدا سچُ ۽ جهان آهي سندس نُورُ
حق اُنهر روشنائي کان ٿيو مستوُرُ [1]
تون دنيا کي تو سمجهين پاڻ دائم
غلط فهميءَ کان جاڻين تنهنکي قائم
اهو ٿيو عقلُ ماڻهوءَ جو فضُولي
ٿئي ڪڙو فلسفي پيو حلُولي [2]
آندائيءَ کان ٿا ڪرِ آڻين تشبيهه [3]
پيا يڪ چشم ٿي سمجهن ٿا تنزيهه
تناسخ تنهنڪري ٿيو ڪُفر باطل [4]
جو ٿئي تو تنگ چشميءَ کان سو حاصل

---

۱- تمام گهڻي روشنائي ڪري شيءِ ڏسڻ ۾ نه ايندي آهي ۽ اڪيلي رهندي آهي جهڙي سج کي ٻرڏسي نرسگهبو آهي. ۲- فاسئي اهي جو وجود جي ڪري ممڪن کي موجود جاڻي ۽ حلولي اهو جو وسهي ته حق تعالي ذات ۽ صفات سميت انسان ۾ آهي- ٻه اهي ٻئي اجائي ۽ فضول عقل جي ڪري غلط آهن. ۳- تشبيهه ڏيڻ وارو يا مشبه اهو آهي جو حق کي جسم جهڙو جاڻندو آهي جو عرش تي بادشاهه وانگي ويٺو آهي ۽ تنزيهه وارو اهو جو حق کي ڪثرت کان توڙي ٻين مخلوقات جي صفتن کان پاڪ ڪري جاڻي- اهي ٻئي يڪ چشم آهن- جڏهن تشبيهه ۽ تنزيهه ٻئي گڏ ڪري آڻين تڏهن ٻنهي اکين سان ڏسن ۽ انهن جون تجليون ۽ ظهورا معلوم ڪن. ۴- تناسخ آهي روح جو ڪڏي جسم مان نڪري وري ٻئي جسم ۾ ظاهر ٿيڻ.

ٿيا ڪي معتزل[١] بد بخت گمراهه

ڪي مُتڪلّم[٢] ٿيا، جنکي ٿي اونداهه

رکن ٿا مرض اکين جو اهل ظاهر

جي ظاهر مان پروڙن ٿا مظاهر

چون جيڪي ٿا گهٽ يا وڌ اُهيٺي

نشاني ٿا ڏين پنهنجن اکين جي

خُدا جي ذات هر نه چند نه چون

تعَالي شانهٗ عمّا يقولوُن[٣]

---

## سوال ٻيو

تفڪّر ٿيو ضروري ڪيڙو منجهه راهه

ڪڏهن طاعت اهو ۽ ڪڏهن گناهه آهه

## جواب

خُدا جي نعمتن ٿي مرڪجي فکر

---

١- معتزل اُهي اسلامي فرقه وارا آهن جي چونٿا ته سيڪوڪم ماڻهوءَ جي وس ۽ اختيار ۾ آهي ۽ خدا جي ديدار جا به منڪر آهن

٢- متڪلم يا ڪلامي اُهي آهن جي ڪلام يا عقلي ۽ نقلي تقليد تي هلي ڪنهن جي رستي وحدت حقيقي جو نور معلوم نه ڪري سگهن. ٣- جيڪي هو چونٿا تنهنکان الله جو شان وڏو آهي.

سندس اسما صفات افعال جو ذڪر[1]

ضروري نيت اها طاعت جي راهه آهه

تفڪّر ذات حق جي ۾ گناهه آهه

خُدا جي ذات ۾ فڪر آهي باطل

محال آهي ٿيڻ تحصيل حاصل

ٿي موجوداتِ سڀ روشن منجهان ذاتِ

نشانيون ذات جوُن سي حق جون آيات

ٿئي آيات مان ڪيئن ذات روشن

ڀلا ڪن سِج کي ڪيئن ذرّاتِ روشن[2]

هي عالم نوُر مان ٿيو اُنجي پيدا

ڪِٿان پوءِ ٿئي سو عالم مان هوُيَدا

نه ماهيِ نوُرِ ذاتيِ منجهه مَظاهر

جلاليّتِ[3] انهي جي آهي باهر

---

۱- يعني خدا جي ذاتن ۽ صفتن ۽ فعلن يا صفتن تي فڪر ڪرڻ ثواب آهي ۽ ضروري آهي مگر حق جي ذات يعني هستي مطلق بابت فڪر ڪرڻ گناهه آهي. ۲- يعني ترورا سج جي روشنائي ڪري تا ڏسجن، تن مان ڀلا ڪيئن سج روشن ۽ معلوم ٿي سگهندو. اهي فقط سج جون نشانيون يا اثر آهن. ۳- باهر يعني روشن يا ظاهر. مظاهر يعني مظهر يا ظاهر ٿيڻ جون جايون يا شيون يا تعينات. يعني علم ۽ عقل جي ڪري حق جي ذات معلوم ڪري سگهبي.

ڏسي حق کي سگهي ڪيئن عقل وارو
ڏسي ڇهڙو سگهي ڪيئن سج کي يارو
جنهين هنڌ نور حق جو ٿيو دليل آهه
اُتي بيوس گهڻو خُود جبرئيل[1] آهه
ملائڪ[2] گرچه ماڻي قُربِ درگاهه
نه ماڻي منجهه مقام لي مع الله[2]
ملڪ جا پرتو اُنجو نُور سازي
بشر جو عقل پهرئين پُور سازي
ڏسي ڪيئن عقل حق جو نُور ذاتي
سگهن سج ۾ اکيون ڪيئن پائي جهاتي
اکيون سج ۾ کپن جڏهين ٿيون ناگاهه
بدلجي روشني اُنجي ٿئي اُونداهه
آهي اونداهه ۾ اي نور تابان
ليپي ظُلمات ۾ ٿو آب حيوان

---

١ - جبرئيل آهي عقل ۽ علم جو مظهر ۽ مثال، سو فنافي الله جي مرتبي کي رسي نٿو سگهي - ڪامل انسان جو درجو انهيڪان اعلي آهي، جو فنافي الله ٿي سگهي ٿو. ٢ - ملائڪ آهن عقول ۽ نفوس ۽ ارواح ۽ قوائي جا مثال - لي مع الله حضرت جنهجي قول موجب فنائي يا محو تيرط جي وقت جو مرتبو آهي - لي مع الله حضرت جن جي قول موجب فنايا محو تيرط جي وقت جو مرتبو آهي - لي مع الله وقتاً لا يسعني فيه ملڪٌ مقربٌ ولا نبيٌ مرسلٌ.

تجلّي ايءَ اکين جي لاءِ ناهي
نظر ڇڏ، ڏي نظر جي جاءِ ناهي
پيا ڪيڏن پاڪ عالم کي پُڄي خاڪ
ٿيط عاجزا تي، خُود آهي ادراڪ [١]
سيه رُوئي ڇڳي منجهه هردُو عالم [٢]
آهي انسان ايءَ وَاللّٰهُ اَعلم
سَوَادُ الوَجْهِ فِي الدَّارَيْن درويش [٣]
سواد اعظم آهي بي ڪم و بيش
عجب باريڪ نُڪتو آهي، ڏي ڪن
جو ڪاري ڏينهن ۾ ٿي رات روشن [٤]

---

١- جو ٿي آهي تہ العجز عن ادرڪ الا دراڪ ڪمال ادراڪ يا سمجهه جي ڪچاڻي بي سمجهي آهي. ٢- منهن ڪارائي يعني ظلمت ۽ نيستي ممڪن يا عالم جي لاءِ ضروري آهي ليڪن انهيءَ جي هستي جو باطني سبب حق جي هستي آهي جا بقا واري آهي- قران ۾ آهي تہ ماعندڪم ينفد و ماعند الله باق. ٣- نثر يعني فنا في الله- الفقر سوادا لوجہ في الدارين- سواد اعظم ادا عظيم ڪارنهن آهي جنهن ۾ سب ڪجهه ڏڪجي ياڪي وڃي ۽ اهو آهي بقا با الله جو مقام.
٤- يعني عدم مان وجود مطلق جي نور جي تجلّي اسمائي صفائي ۽ افعالي ظاهر ٿئي ٿي.

اهو ھڪڙو ڏو اسرارُ آهي
گھڻوئي ڇُنجي، پر لاچار آهي
فلڪ چوٿين ۾ سِج ُحتيو ٽي آهي
تو پنهنجو نور ھِن ڌرتيءَ تي لاهي
ڏسي سگھجي اکين سان ڪين اُنکي
ڏسي پاڻيءَ[1] ۾ پَر انکي تو سگھجي
جڏهن ڳبجي تي اُنجي روشنائي
تڏهن پئي تي اُنهيجي سمجھ ڪائي
اِنهي جانْ آهي هستي نورُ مطلق
عَدم يا نيستي ٿيو عڪس بر حق
عدمُ ٿيو آئنو حقَ جي ڏسڻ جو
اُنهي ۾ نور حق جو عڪسُ پئي تو
ٿي هِن ڪثرت مان ھوءِ وحدت پديدار
ڳڻڻ[2] ۾ ھڪڙو ٿيو اِنطرح بسيار
عَدمُ مَنجھ ذات ھو جَڏهن صافي
تڏهن ظاهر ٿيو اُنمان گنجِ[3] مخفي

---

١- پاڻيءَ جي ترءِ ۾ ڪارنهن هڻڻ سبب سج ڏسي سگھجي تو يا ڪاري شي ۾. ٢- جڏهن مٿي ۾ جيو ۽ ٻو تر اصل ھڪڙو عدد آهي ۾ ڳڻڻ ۾ انهيءَ مان گهڻا ٿيو ٻون. ٣- يعني وجود مطلق يا حق.

انھيءَ کُنتُ کَنزًا جي حديث آھ[1]
جنھين مان ڏسجي مخفي گنج سو واھ
عدم[2] تيو آئنو ۽ عڪس عالم
۽ آکر اُن عڪس جي تا آھي آدم
وَني يا نوُر اُن اکر جو تيو حق
ڏسي تو پاڻکي سو پاڻ مطلق
تيو[3] انسانُ عالم، علم انسانُ
ھُڏي ايءَ رمز ھرڪو ٿئي تو حيرانُ
۽ منجھ قُدسي حديث اُنجو بيان آھ
فَبي[4] يسمع وَبي يبصر عيان آھ
تون عالم کي سراسر آئنو جاڻ
ذري ذري مان سِج جانْ چمڪي تو پاڻ

---

١- ھي حديث مشھور آھي تہ کنت کنزا مخفيا فاحببت انا اعرف فخلقت الخلق لاعرف. ٢- يعني اعيان ثابتہ. ٣- انسان سميت عالم انسان کبير يا عالم کبير آھي ۽ رڳو انسان پاڻھ عالم صغير آھي يا عالم جو مغز يا اکر يا مکيہ ڀاڱو آھي. ٤- يعني مون سان ڏسي تو ۽ مون سان ٻڌي تو، يعني حقيقت ڪري ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارو خود حق آھي ۽ انسان فقط جسم ۽ عضوا ۽ قوتون آھي.

ڦُري ڪڙي جوانڊر جي تون ڪوليئن

ڏسين سو بحر انبر جي تون گوليئن

ڪٽي ۾ خاڪ جي جي تون نباريئن

لهين تون اُن منجهان آدم هزارين

مڃيُر عُضون ڪري پٽ آدي هاٿي

ڦُري سان ايئن سمنڊ آدي ۾ ساٿي

تيا داٽي ۾ سؤ انباران جا

ٿئي اُپُ نقطي اکر جي ۾ تو پيدا

آدي ڏِسُ[1] ڪيڏ ڙي انسان جي دِل

خدا وند دو عالم جي سا منزل

انهي دل ۾ تيا گڏ هر دو عالم

ڪڏ هن ابليس[2] ٿئي ۽ ڪڏ هن آدم

اول عالم سڄو گڏ جي تيو هڪ

مالڪ[3] منجهه ديو، شيطان منجهه ملائڪ

---

١- دل جي وجهه ڪا ري رت جو ٽڪرو ڦڙو تو رهي جو حياتي جو اصل سمجهندا آهن - حديث آهي تہ مومن جي دل خدا جو گهر آهي - قلب المومن بيت الله ڪڏهن مظهر جمال جو ۽ ڪڏهن جلال جو، ڇاڪاڻ تہ اسمائي خاصيتون انهيءَ موجود آهن

٣- سيڪنون ماڻهو سان ملائڪ لڳا وتن ۽ سيڪنون مالڪ سان شيطان آهي - سب گڏ پيا آهن- عقل ۽ نفس ۽ روح ۽ طبيعت .

مِليل سڀ پاڻ ۾ جيئن ڌاڳو ۽ ڦر
ڪفارؤن مؤمن ۽ مؤمن مان ڪافر
ٿيا ڏوري ۾ سڀ، روز ۽ مه و سال
مِلي پيا ماضي ۽ مستقبل ۽ حال
آزل توڙي اَبَد اِنطرح گڏ ٿيا
اوّل آدمُ ٿيو آخر ۾ عيسيٰ[1]
مُتَسَلسل ڏور ۾ آهن جي نُقطا[2]
تين تنمان هزارين شڪليون پيدا
اُنهيءَ جو هرڪو نُقطو ٿئي ٿو دائِر[3]
اُهو مَرڪز، اُهو منجهه ڏَور سائِر
جُري جي جاءِ کان هڪ ذَرڙو ٻاهر
خلل عالم ۾ پئي يڪدم سراسر
تعين[4] کان ٿيو هر جُزو محبوس
۽ جزويت ڪري ٿيو ڪُل کان مايوسُ

١ - حضرت عيسيٰ آخر زماني جو نبي آهي. ٢ - يعني تنزل مان ترقي ۽ سير رجوعي - هزارين شڪليون آهن جيئن ته عقول ۽ نفوس ۽ عناصر ۽ مواليد ثلاثہ ۽ عالم جمادات ۽ نباتات ۽ حيوانات وغيره.
٣ - مرڪز جو نقطو آهي وحدت ۽ دور آهي ڪثرت ۽ اسماءِ ۽ مراتب.
٤ - تعين، جو هڪڙو اعتباري امر آهي، تنهنجي ڪري سيڪو ذار ذار ٿي خود ٿئي ۾ گرفتار ٿيو ۽ اصل يا ڪل کان ذار ۽ ڀري ٿيو ۽ انهيءَ ڪري هڪڙي قيد ۾ بند ۽ اصل کان نااميد رهيو.

سِڄڻ کي سير، نڪي سِڄڻ کي آرام[1]
نه تنهن آغاز ڪنهن کي ۽ نه انجام
سڄي ذات پنهنجي کان تيا آگاهه
لڌائون راهه پنهنجي تا بَدر گاهه
تنهن پردي ۾ هر ذري جي پنهان
جمال جا نظارا رويا جانان

آدي[2] عالم جي ڇا صورت ۽ معني؟
آدي ڇا آخرت ڇا آهي دنيا؟
تون آهين خواب ۾ هي سڀ خيال آهه
ڏسين تو جيڪي سو انجو مثال[3] آهه
حشر جي ڏينهن تنهن بن جڏهن بيدار
تڏهن تون ڄاڻندين هي ۽ هر پندار
لهن پردا جڏهن تنهنجي اکين جا
زمين ۽ آسمان منجهي تين ٿيا

---

١ - تعين ۽ عدم جي نظر تي سڀ حرڪت ۾ آهن ۽ ڏور ۾ آهن ۽ فاني آهن مگر اصل وجود ۽ نفس رحماني جي نظر تي مرڪز وانگي هڪ هنڌ ساڪن آهن ۽ هستيءَ ۾ آهن ۽ باقي آهن.
٢ - ڇاڪاڻ تو تراني عالم جي ظاهري صورت ۽ باطني معني يا حقيقت کي سمجهين تو ٻاڻ. ٣ - يعني حق جي وجود جو مثال يا عڪس آهي.

آدمِن جي مُڙس اُٺ تون ۽ سَفر ڪر
اڳِئي جيڪي اڳيان تنبنڪان گذر ڪر
نہ رکُہ تون پاڻ تي تي جهال جو بند
سُجاڻي وٺ تون دين ۽ عقل جو رند
طلب ڪر حق جي ابراهيم وانگي
ڇڏ سج چنڊ ۽ تارا حق جي سانگي
حنيفي ٿي، فقط ذڪري جو رکہ پؤ
هميشہ لَا اُحبُّ الاٰفِلين چؤ[1]
يا موسي جان طالب حق جيئڻي وٺ راهہ
تہ آخر تون ٻُڌين اِنّي اَنا اللهُ
نہ ٿيندين جيسين تون هستيءَ کان فاني
جواب اَرنِيءَ جو ٻُڌندين لَن تَراني[2]

---

١ - جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام ٻهرين سج ٻوءِ چنڊ ۽ ٻوءِ تارن بابت خيال ڪري ڪري انهن تي اعتبار نہ ڪري سچي خدا جي پرستش ڪرڻ لڳو، جڏهن ڪ قران ۾ آهي تہ اني وجهت..... المشرڪين. ٢ - جڏهن قران ۾ آهي تہ حضرت موسي رب کي چيو تہ منکي پاڻ ڏيکار ۽ جواب مليس تہ تون ڏسي ڪين سگهندين يعني جيسين هستي يا توئي ماڻهو سان هوندي تيسين حق هن کان اسماء صفات جي پردي ۾ اڪل رهندو.

حق آهي ڪِهر با تُون آهين هڪ ڪکُ
تُوئي ڇڏ تا ڏسين ڪکَ هيٺ تون لکُ

تجلّي جڏهن اچي، گُم ٿئي ٿي هستي
جبالُ[1] ٿئي خاڪ ۽ هستي ٿئي پستي

گدا پِٺ ڪڙي جڏهين سان ٿئي شاهُ
بدلجي هڪ گهڙيءَ ۾ ڪوهُ[2] ٿئي ڪاهُ

پُنيان سردار جڳ جي ڪر تُون معراج
وڃي ڏِس عرش تا تُهنجو سري ڪاج

بقا بالله سان تي حق ۾ فاني
پڙهي مُطابق حديث مَن رآني[3]

لنگهي اڳتي، پُنيان ڇڏ ڪاف ڪونين[4]
وڃي ڏٺهن قاف ويھ منجهه قاب قوسين

---

١ - يعني خسيس ۽ نا چيز يا محو ۽ گم ۽ فنا. ٢ - ڪکر بدلجي جبل ٿئي يا تيلي ۽ مان تنب. اصل ۾ آهي تہ گدا هڪ ڪکر جي عيوض جبل ڏيئي ڇڏي تونگري ۽ دولتمندي جي گهٽائي ڪان. ٣ - من رآني فقد راي الحق - يعني جنهن منکي ڏلو تنهن حق کي ڏلو - اهو اشارو آهي بقا بالله جي درجي جو. ٤ - يعني عالم صورت ۽ معني جي کان گذر ڪري مقام محمدي يا واحديت ۽ الوهيت جي درجي کي رس - قران ۾ آهي تہ فکان قاب قوسين او ادني.

ڏئي پوءِ توکي حقُ جيڪي گهرين تونُ
۽ اَرِنَا الاشيا ڪَمَا هِيءَ تڏهن ڏسين تونُ

# فائدو

تجلّي حقَ جو جنهنجي دلبر تاب آهِ
جهان اُنلاءِ حقَ جو هڪ ڪتاب آهِ

عَرَضُ[2] جوهر، انهيجا حرفَ اَعراب
مَراتب آيتون سُورون تيا هرباب

تيو هر عالم اُنمان سُورَهڪ خاص
تي هڪڙي فاتحہ[3] ۽ ٻي تي اخلاص

اُنهيجي ڀرين آيت[4] عقل تيو ڪُل
۽ بسم الله سان اُوءَ تي مقابل

---

١ـ حديث اللهم ارنا الاشياء ڪما هي يعني شين جي ذاتي حقيقت مونکي ڏيکار. ٢ـ عالم جي ڪتاب ۾ جيڪي ڀر آهي سو جوهر يا عرض آهي ـ جوهر جڻ تہ اکر آهن ۽ عرض جڻ تہ اعراب آهن ـ هي هنجا تابع آهن ۽ عالم ۾ جيڪي هيٺ مٿي وارا مرتبا آهن سي جڻ تہ لفظ ۽ جملا يا آيتون ۽ سُورون آهن. ٣ـ فاتحہ ڀرين سورة قرآن جي الحمد سان شروع ٿي ٿيي ۽ اخلاص آهي پڇاڙي کان ٽي سورة قل هو الله واري. ٤ـ يعني عالم جي ڪتاب مان ڀرين آيت عقل ڪل آهي جو مقابل آهي بسم الله جي ـ جنهنم قرآن مجمل طرح آيل آهي.

بي آيت نور جي پوءِ نفس ڪل ٿيو[1]
جو مصباح في الزجاجه جهڙو ٻري پيو
ٽي آيت آهجي آهي عرش رحمان[2]
۽ چوٿين آيته الڪرسي ٿي منجهه شان
ڪنهن پوءِ ست فلڪ ٿيا آسماني
موافق سوره سبع المثاني[3]
عناصر چار، جي حق ڪيا عنايت
آهي هڪ هڪ انهن ڏکري آيت
انهيءَ ڪان پوءِ ڳڻ ٽون ٿي مواليد[4]
آهي پڻ آيتن جي ڪن تا تائيد

---

١ - بي آيت آهي نفس ڪل، جنهنجو متصل حڪم ڏنل آهي ۽ انهيءَ ڪري نور لفظ جي آيت جي برابر آهي. اها آيت هي آهي الله نور السموات والارض مثل نوره ڪمشڪواة فيها مصباح - المصباح في زجاجة - الزجاجة ڪانها ڪوڪب دري يوقد من شجرة مبرڪة زيتونة...... ٢- يعني عرش يا فلڪ اطلس ۽ قرآن جي آيت آهي الرحمن علي العرش استوي - ۽ آيته الڪرسي موافق آهي ڪرسي جي جا عرش کان مٿي آهي ۽ آيته الڪرسي قرآن ۾ مشهور آهي، شروع هيئن اٿس الله لا اله الا هو الحي القيوم...... ٣- سوره فاتحه يا الحمد کي سبع المثاني سڏيندا آهن يعني ست جوڙا يا ٻٽيون ٽيون. ٤- مواليد ثلاثه يعني جمادات ۽ نباتات ۽ حيوانات. ۽ چار عناصر آهن مٽي پاڻي هوا باهه.

پڇاڙيءَ ۾ ٿيو نازل نفس انسان
۽ ٿيو الناس[1] تي پڄي ختم قرآن
نَوَ جهڙ منجهه بند ظاهر جي طبيعت[2]
پوءِ آيا ڏسين صانع جي صنعت
ڪري ڏس فڪر ڪيئن خلقيئين سمٰوات
مڙئي تو کي ٿيئن معلوم آيات
نهاري پوءِ ڏس تا عرش اعظم
وڪوڙي ڪئن وچي ٿو هردوءِ عالم؟[3]
ٿيو ڇو نانءُ انهيءَ عرش رحمان
مناسب اُنهيءَ ٿيو ڇو قلب[4] انسان؟

---

١- الناس قرآن جي پڇاڙيءَ جي سورة لفظ آهي - ۽ ناس جي معني ماڻهو آهي ۽ انسان سڀڪان پوءِ پيدا ٿيو. ٢- طبيعتون چار آهن گرمي سردي خشڪي تري - انهن تي يا انهن مان ظاهري شين جي اثرن تي نه ڀلج. جنهن اهي اثر پيدا ڪيا آهن يا صنعت بنائي آهي انهيءَ ڏي ڏسجَ. ٣- دنيا ۽ آخرت بهشت ۽ دوزخ سميت. ارض الجنة الكرسي و سقفها عرش الرحمن منها تتفجر الانهار. ٤- قلب الانسان كعرش الرحمان يا قلب المومن عرش الاعظم. ۽ هي به آهي ته قلب الانسان بين الاصبعين من اصابع الرحمن يقلبها كيف يشاء -

پئي جُنبش ۾ چو آھن سي مادام[١]
وٽن ڪين چو ڪ لحظو آرام؟

آھي دل تُنھنجي[٢] مرڪز عرش گھيرو
ڪري تو رات ڏينھن سو توتي ڦيرو

سڀي ڪر دؤر سيارن[٣] جو مطلب
ڦِرن جي مالِڪ جان مشرق کان مغرب

زحل ۽ مُشتري مريخ ۽ سج
۽ زھره پوءِ عطارد قمر سارِج

ڦرن برجن ۾ سي منزل بہ منزل
حمل ۽ ثور جوزا ٽيا سي اوّل

۽ پوءِ سرطان اسد ۽ سُنبلہ پيي
۽ پوءِ ميزان عقرب قوس جدي

ٽيا ٻارھن سي دلو ۽ حُوت سان گڏ
ھلن تن ۾ سٽئي حق جو سُٽي سڏ

---

١- عرش رحمان ۽ قلب انسان اھي ٻئي ھميشہ جنبش ۾ آھن ۽ ھڪڙي حال ۾ نآھن- ڪل يوم ھو في شان. ٢- صاحبدل يا ڪامل انسان جي دل عرش جي برابر آھي ۽ انھيءَ جو مرڪز آھي
٣- سيار آھن ست گھمندڙ تارا

ثوابت هڪ هزار آهن ۽ چوويهه[1]
فلڪ آهين يا ڪُرسيءَ تي تا ڪن پيهه
تفڪر ۾ جي آهين مرد ڪامل
نه جاڻج اِئي ته سڀئي خلقت تون باطل[2]
انهن سڀني جو حق فاعل ٿيو مُختار
آهي حاڪم مٿن قادر سو جبار
آهن اُنجي اڳيان سي سڀئي بي وس
رکن نه پير ذرو پيش يا پس
ڪيئين گڏ چار ضد، پوءِ ڪيائين تنمان[3]
جمادات ۽ نباتات انتون حيوان
هيولي[4] کي ڪيئين صورت سندي جاءِ
ٻئي جوهر اهي ٿيا جسم جي لاءِ

---

١ – جي تارا بيهل آهن ۽ گهمن نٿا تنکي ثوابت چونٿا (جمع ثابت جو) ۽ اُهي اٺين آسمان يا ڪرسيءَ ۾ بيهل چوندا آهن. ٢– قران ۾ آهي ته وما خلقنا السماء والارض وما بينهما باطلا ـ ذالڪ ظن الذين كفروا فويل للذين كفروا من النار. ٣– چار ضد آهن چار عناصر جي طبيعت ۾ هڪ ٻئي جا ضد آهن جي ظاهري ڪريءَ گڏ تيڻ جا نا هن ته ڪي قدرت سان انهن گڏجي مواليد ثلاثه جوڙيا. ٤– هيولي ۽ جوهر، انهن ٻن مان جسم ٺا ٺهن – هيولي آهي – صور ... جي جاءِ ۽ جوهر آهي صورت خاء

نياري فڪر سان ڏس اصل پنهنجو

سچو عالم[1] اچي تو ۾ سمايو

تون آهين علت[2] غائي، جا آخر

اچي ٿي ذات پنهنجي ساط ظاهر

ظلومي ۽ جهولي جو ٿيو ٿو نور

مگر مظهر امانت[3] جو ٿيو مشهور

ٿئي جڏهن آرسي جي پٺ[4] تي ڪاري

تڏهن صورت انهيءَ ڏئي ڏيکاري

اچي سج جو شعاع چوٿين فلڪ تان

پوي ٿو عڪس اُنجو پٽ مٿي مان

هئين تون عڪس معبود ملائڪ

انهيڪان ٿئين تون مسجود ملائڪ

---

١ـ انسان ۾ جسم ۽ روح ۽ صورتون گڏ ٿيل آهن - اهو روح اعظم جي حقيقت آهي ۽ عقل ڪل ۽ مخلوق اوّل آهي. الف ڪان پوءِ بي آهي ۽ الف الله آهي. ٢ـ هو اول ۾ ظاهر پوءِ ٿيو ۽ مقصود بالذات هو - نحن الاخرون السابقون. ٣ـ قرآن جي آيت ڏي اشارو آهي انا عرضنا الامانت علي السموات و الارض والجبال فابين ان يحملنها واشفقن منها و حملها الانسان انه کان ظلوما جهولا. ٤ـ ماڻهوءَ جي عدميت آرسيءَ جي ڪاري پاسي يا پٺ وانگي آهي.

سيئي اِنکري ٿيا تُنهنجا تابِع
جو موجودات سڀ جو ٿئين تون جامِع
آهين تُون مغز عالَم جو خُلاصو
آهين تُون سارِ جڳ جو، رُوح خاصو
تُون جان ۽ عقلِ[1] ڪان ٿِئين سڀ جو سردار
زمين ۽ آسمانِ ٿيو تُنهنجو سِينگار
اها ڏِس نيستي ٿي عَين هستي
بلندي ڏس اها ٿي ذات پستي
طبيعي قُوَّ تُون تُنهنجون ٿيون ڏهه[2]
ارادي ٿيُون هزارين بَل زياده
تعلّق تن ٿي ٿيا آلات اوزار
عرق عضوا جوارِح[3]، ٿيا جي درڪار

---

١ - عقل ڪُلّ آهي حقيقت انساني ۽ نفس ڪُلّ آهي شين جي حياتي، جنهان انسان کي معرفت جو نور حاصل ٿيو.
٢ - اصل طبيعي قوتون ڏهه آهن جنهان وري نيون ارادي قوتون گهڻيون نڪتون - اهي ڏهه آهن هي - ڏاريه - ناميه - مولده - مصوره - جاذبه - هاضمه - ماسڪه - دافعه - مدرڪه ۽ محرڪه.
٣ - جوارح يا عضوا ۽ آلتون يا اوزار آهن انسان جا هٿ پير وغيره ۽ عروق آهن اُهي جي انهنکي گنڍين ٿا ۽ ڪم جهڙو ڪن ٿا - طبّ جي علم ۾ انهنجو بيان آهي.

حڪيم آهن انهي حڪمت ۾ حيران
سو ڪيئن پنهنجي ڪري تشريح انسان
صفت[1] حق جي جُدا هر هڪ سان منجهه قسم
اول آخر ٿيو لاڳو اُن سان هڪ اسم
ٿي[2] موجودات تن اسمن کان قائم
پڙهن تسبيح تن اسمن جي دائم
اچن جيئن دَرمان موتي پرط و جن تيت
مگر ٿيا دربدر ظاهر ۾ سڀ هِت
انهيڪان جاڻين تون سڀ حق جا اسما
جو آدين صورت عڪس مسمي[3]
رکين ذاتي صفات اسما سيئي تون
ارادت، علم، قُدرت، وصفون حق جون

---

۱ — خدا جون صفتون ۽ انهيءَ جا اسم ٻ عليحدا آهن، انهن مان هر هڪ جو واسطو ۽ تعلق خاص انهن موجودات يا ممڪنات يا اعيان ثابته سان رهي ٿو ۽ انهنکي قايم رکيو اچي. ۲ — قرآن ۾ آهي ته هو الله الخالق الباري المصور له الاسماء الحسني يسبح له ما في السموات و ما في الارض وهوا العزيز الحڪيم. ۳ - يعني حق، جنهن جا اهي سڀ اسم آهن، انهيءَ جو عڪس آهي انسان، جو جامع آهي انهن اسماء ۽ صفات جو.

سميع آهين بصير ۽ حيُّ دانا

بقا[1] ڪونهيُ، مگر تيُ حق جي پارا

عجب[2] اوّل، ٿيو جو عين آخر

عجب باطن، ٿيو جو عينُ ظاهر

تونُ[3] پنهنجو پاڻ جي شڪُ تو آڻين

تہ بيتر پاڻکي جي تونُ نہ ڄاڻين

تفڪّر جي پڇاڙي تي تحير

پڇاڻ بحث پنهنجو منجهہ تفڪّر

## سوال ٽيو

آهيان آ ڪير تنهنجي تونُ خبر ڪر

---

١ – انسان اصل ۾ پاڻ عدم آهي – نہ ذات اٿس نہ صفات، نہ بقا اٿس، مگر حق جي طرفان بقا اٿس جو انهيءَ جو عڪس منجهس آهي ۽ انهي ذات ۽ صفات جا نشان منجهس آهن. ٢ – اول مان مراد الوهيت جا نيت اچي حقيقت انساني تي جو انسان آخر موجودات آهي ۽ باطن مان مراد الله جي جو نيت اچي حقيقت روح انساني ٿيو. ٣ – يعني نظر ۽ نڪر جي رستي پنهنجي معرفت معلوم ڪرڻ ناممڪن آهي سواء عنايت ۽ فيض الاهي يا ڪشف جي – تنهنڪري بهتر آهي تہ انهي تي فڪر ڪرڻ سان مٿو نہ ڏڙ. ٤ – يعني انا يا آ؟ آ؟ ڪير تو جوي ۽ پاڻ ۾ سفر ڪرڻ جا ڪي ٽا جون – سفر در وطن بہ چوندا آهن.

۽ معني چا- اندر پنهنجي سفر ڪر

## جواب

وِلِي جڏهن هست مطلق کو تعين[1]
تڏهن آءُ ۽ تون ٿا شخص سڏجن
آءُ ۽ تون منجهان حق ٿئي تو ظاهر
صفاتِ عارضي حق جون تيون سائر
آهي ڪ نور منجهه اجسام ارواح
ڪڏهن منجهه آئني ۽ ڪڏهن مِصباح[2]
چئو ٿا لفظ آءُ آئين جي يارو
آهي ڏنهن روح هر ڪ جي اشارو
آهي هي گول پڙ لکجي دو چشمي[3]

---

۱- وجود مطلق اشاري ڪرڻ کان ٻاهر آهي جڏهن متعين ٿئي ۽ ڪا شخصيت حاصل ڪري تڏهن آءُ ۽ تون سڏجي سگهي.
۲- هن نور جي آيت ڏي اشارو آهي جا مٿي ڏني وئي آهي
۳- اکر (ه) دو چشمي ٿو لکبي آهي ۽ گول ٿو- هي ظاهري ٻه دو چشمي ٿي ڏسجي جو اهو ٽڪرو وهمي يا خيالي خط آهي، مگر آهي يڪ چشمي. هه اشارو آهي هو يعني جو ۽ هو جو ندا آهي خدا کي- اهو ذات مطلق جو تعين آهي- يعني جيڪي ظاهري ڪثرت آهي سو حقيقت ۾ وحدت آهي-

ڏسڻ ۾ ڪيُون ٻه خطّا وهمي

آءٌ ۽ هُو ٻه ٿيا منجهه رسم ۽ راهه[1]

جڏهن هي دُو ٿئي تڏّهن سمجُهه الله

آهي هستي بهشت، امڪان دوزخ[2]

آءٌ تُون ٿيا انهنجي وچ برزخ

جڏهن پردو ڪجي تُنهنجي اڳيان اِيُّ

تڏّهن ري حڪم مذهب جي پيو جِيُّ[3]

آهي حڪم شريعت آءٌ تُون سان

تعلّق ان تي ٿيو تُنهنجو تن ۽ جان[1]

جڏهن آءٌ ۽ تُون ويا نڪري وچ مان

---

۱ـ جڏهن مرڻ يا هڪڙي الله جاڻبو تڏهن آءٌ ۽ تون يا دوئي گم ٿي ويندي- ڪثرت ظاهري يا اعتباري نڪري ويندي ۽ وحدت حقيقي يا باطني نڪري نروار ٿيندي. ۲ـ وجود ذاتي يا وحدت بهشت آهي ۽ امڪان يا ممڪنات ۽ موجودات ضد ۽ قيد وغيره جي ڪري دوزخ جي مثال آهن - آءٌ ۽ تون تعينات آهن جي انهن جي وچ ۾ مرڌي وانگي آهن ۽ برزخ جي مثال آهن. ۳ـ مقام فنا في الله جي ۾ مائي ۽ توئي جو پردو ڪڄي وڃي تو تنهنڪري شرع جي تڪليف معاف ٿي، جو شريعت پٺل آهي آءٌ ۽ تون تي، يعني تعينات تي- مذهبن جو تفاوت ٻه آءٌ ۽ تون تي منحصر آهي.

تڏهن ڪعبو ۽ بُتخانو ٿيو يڪسان

تعين آهي نقطو وِ ڌمي منجهه عَين

صفا جڏهن عين تي تڏهن غَين تي عين

وِڪون هه وات اِيءَ آهي اي سالِڪ

اگرچه ٿيا گهڻا وِچه مَهالِڪ[2]

ڊِڪ[3] آهي هي هُويت مان لنگهڻ يار

۽ ڀي هستيءَ جي صحرا مان ٿيڻ پار

اِتي وِاحد مان آهي جمع حاصِل

ڌي جيئن هڪڙو سڀ عددن ۾ شامِل

تُون آهين جمع سو، جو عين وِحدت

تُون وِاحد آهين سو، جو عَين ڪثرت

اُدو سمجهي دي، جنهن پاڙون گذر ڪيو،

---

١ـ عين جي معني اکر ۾ آهي ۽ عين مان مراد اول حقيقت آهي يعني حق جي ذات ۽ وحدت. ۽ غين آهي ڪثرت، جا نقطي جي ڪري پيدا ٿي ۽ نقطو آهي تعين جو پردو. ٢ـ مهلڪ يا هلاڪ ڪندڙ ٿيون يا اڪون رستي ۾، جي تڪليف يا خطري جو سبب آهن. ٣ـ هويت جي هه مان مطلب آهي ذات مطلق جي تعينات ۽ هستيءَ مان مطلب آهي پاڻکي هست ڄاڻڻ يعني هڪ تعينات مان لنگهڻ ۽ پيو پاڻکي يا عالم کي فاني سمجهڻ.

اُهو جنهن جُزو مان ڪُل ڏي سفر ڪيو

## سوال چوٿون

مُسافر خواهہ سالڪ ڪير آهي
جو مردن ۾ پيادر شير آهي؟[١]

## جواب

مسافر آهي سو ورتي جنهين راهہ
حقيقت اصل پنهنجي کان ٿي آگاهہ
لنگهي جو پاڻ کان، ٿي پنهنجو سو نهون[٢]
سُتت جيئن باهہ مان نڪري ٿو دُونهون
منجهان ممڪن ڪري سو سير ڪشفي[٣]
وڃي واجب ڏي اُپلي غيرُ نفسي
هي اُبتو سير ٿيو موٽي بمنزل[٤]

---

١ - يعني مرد ڪامل يا پورو مرد. ٢ - يعني جو طبيعي ۽ نفساني خواهشن جي منزل کان لنگهي ٻاهر وڃي ۽ تعين جي خودي کان آزاد ٿئي. ٣ - جو ممڪنات ۽ تعينات مان ڪشفي سير سان واجب ڏي وڃي، خراب اخلاق ۽ صفات ڇڏي چڱن اخلاقن وٽ سان. ٤ - ٻهريون سبتو سير هو اطلاق کان تقيد يا تعين ڏي يعني سيرالي الله ۽ هي ابتو يا پُٺيرو سير ٿيو تعين کان اطلاق ڏي جو انسان ڪامل يا فنا في الله جو مقام آهي.

فنا في الله ٿي ٿئي مرد ڪامل

## قاعدو

ٽِن درجي وار هِڪ ڪيئن اُو جهط ڪاڻ،
اچي ڪامل ٿئي ٿو نيٺ انسان

جمادي[1] حال ۾ ٿيو پهرين پيدا
ٿيو رُوح اضافي ساڻ دانا

چُرڻ جي پوءِ آئي اُنهر طاقت
ٿيو قُدرت ساڻ حق جي با ارادت

جمي ٿيو طفل پوءِ ماڻيائين عالم
حواس ۽ فِعل ساڻ اُنجو پيو ڪَمُ

جُزي[2] ڪان ڪُلّ ڏنهن تنهن وِڪر وڌائي
تميز ۽ عقل، نُطق ۽ سمجهه آئي

---

١ – يعني عالم جمادات يا بيجان جي حالت ۾ انهي عرصي ۾ جنهنهر ماءُ جي پيٽ ۾ اچا ٻار کي ساهر ڪونهي "اهو عرصو اڪثر چاليهن ڏينهن جو جوندا آهن پوءِ روح اضافي يا حيوانيءَ انهيءَ ٻوٽو" پوءِ تنگ اچي ٻاهر نڪرڻ جو ارادو ۽ ڪوشش ڪريٿو. ٢ – يعني ظاهري حواس، جي جزو ساڻ تعلق ٿا رکن تن مان ترقي ڪري باطني طاقت عقل ۽ سمجهه جي حاصل ڪريٿو.

ٿي ڪاوڙ پيدا آئي جڏهن شهوت [١]
۽ بُخل ۽ حرص ۽ هٺ وِرتي قوّت
ٿيا اخلاقِ بد منجهه فعل ظاهر
مِروُن ۽ ديو [٢] کان ٿيو آدم ابتر
تنزّل جي اها حيثين ٿي منزل
ٿي وحدت واري منزل جي مقابل
ٿيو قابو اتي جي نيڪ انسان
تہ گمراهيءَ ۾ بهتر کانس حيوان
۽ جي پهتس اچي نوراني جذبو [٣]
دليل آيُس يقيني يا اندر جو
تہ حاصل ٿيُس جهٽ فيضِ الٰهي
۽ ساڳي وات سان موٽي ٿئي راهي

---

١ــ پنهنجي خواهش يا فائدي پوري ڪرڻ واري طاقت آهي. شهوت ۽ نقصان کان بچائڻ واري قوت آهي ڪاوڙ. بخل جو ضد سخا، حرص جو ضد قناعت ۽ هٺ جو ضد نماڻائي - اهي ٿئي خراب اخلاق ڪاوڙ ۽ شهوت جي افراط ۽ تفريط يا حدکان گهٽائي يا توائي ڪري ٿا ٿين. ٢ــ ديو يعني جنّ يا شيطان. ٣ــ ٻہ رستا آهن هڪڙو الهامي يا خدائي ڪشش، ٻيو يقيني دليل، جو دل ۾ پيدا ٿئي يعني لدني علم.

کان اسفل سافلين موتي ۽ سجين[1]
رکي رخ پنهنجو آخر ڏنهن عليين
صفت توبه جي پيدا ٿئيس اُندم[2]
ٿئي چوڏيل منجهان اولاد آدم
خراب افعال کان پرط اُو ٿئي پاڪ
کري ادريس جيئن اُو عزم افلاڪ
لهي جڏهن اُو بديءَ کان ڇوٽڪارو
تڏهن ٿئي نوح جان آرام وارو
ٿئي جڏهن جزو انجو محو منجهه ڪُل
خليل الله جان ڌاري توڪل[3]
ارادت جي رضا حق جي سان ٿئي ٺم[4]

---

١ - قرآن ۾ آهي تہ لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم ثم رددنه اسفل سافلين. ٢- صوفين جي اصطلاح ۾ توبہ کي باب الابواب چوندا آهن جنهنکري ماڻهو دنيا ۽ آخرت کان موت کائي حق ڏانهن منهن ڪندو. ٣- اهو توڪل جو درجو فنا جو مقام آهي جو حضرت ابراهيم کي حاصل هو. ٤- يعني پنهنجي مرضي ۽ ارادو اصل ڪيدي ڇڏي ۽ خدا جي مرضي کان سواءِ ڪجهہ نہ گهري - اهو رضا جو مقام آهي جو حضرت موسيٰ کي حاصل هو- صوفين جو قول آهي تہ الرضا باب الله الاعظم و جنة الدنيا.

تہ مُوسيٰ جان وڃي منجھ باب اعظم

چڙهي سڀ علم پنهنجي جي نشاني[1]

ٿئي عِيسيٰ نبيءَ جيئن آسماني

ڪري هستيءَ کي پنهنجي تاخت تاراج[2]

مُحمّد جي پنيان سو ماڻي مِعراج

ٿري جڏهن آخرين نُقطو ٿئي اوّل

اُتي پوءِ نہ ملڪ ماڻي نہ مُرسل[3]

## مثال

نبي ٿيو آفتاب ۽ ٿيو وِلي ماہ[4]

مقابل ٿئي ٿين منجھہ ليِ مَع اللہ

---

١ — يعني انهيءَ جو علم خدا جي علم ۾ محو ٿي وڃي - اهو مرتبو علم ڪاملي جو آهي جنهن کي حضرت عيسيٰ چوٿين آسمان تي ويو.

٢ — هي بقا بعد الفنا ۽ سير بالله جو درجو آهي ۽ تمڪين جو مقام آهي. ٣ — لي مع الله وقتا لا ينبغي فيه ملڪ مقرب و لا نبيّ مرسل.

٤ — هنين بيتن ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڪمال ولايت جو نور نبيءَ توڙي وليءَ ۾ آهي ۽ انهي مقام ۾ ٻئي مقابل آهن ليڪن تفاوت هي آهي تہ نبيءَ جو نور سڌو حق کان آهي ۽ وليءَ جو نبي جي معرفت يا انهيءَ جي تابعداري سان - نبيءَ کي ولايت ظاهر ڪرڻ ضرور آهي مگر وليءَ کي مخفي رکڻ ضرور آهي.

نبوّت آهي ڪا ٻيا اصل ذاتي
ولايت آنهن ظاهر ٿي نہ مخفي
وليءَ ۾ نيت ولايت آهي مستور
نبيءَ ۾ پر ردي ظاهر ۽ مشهور
وليءَ ٿئي پيرويءَ سان انجو همدم
نبيءَ سان تڏهن ولايت ۾ ٿئي محرم
لهي ڪنتم تحبون جي اهو راهه[1]
ڏسي خلوت سندي يحببڪم الله
انهي خلوتسرا ۾ ٿئي او محبوب
ٿئي حق ڏنهن اهو يڪبار مجذوب
رهي تابع نبيءَ جو في الحقيقت
رهي معني[1] سان عابد[2] منجهہ عبادت

---

١ - هي آيت آهي قرآن مان - ان كنتم تحبون الله فاتبعوني يحببكم الله - اهو محبوبيت جو مرتبو آهي . ٢ - يعني جڏهن سالڪ ولايت جي مقام کي پهتو جو فنا في الله جو مقام آهي تڏهن دوئي يا ظاهري عبادت ۽ نبيءَ جي پيروي انهي تان معاف ٿي . احديت ۽ حقيقت واري معنوي عبادت ۽ متابعت هنکي حاصل ٿي ۽ هميشہ سُڪر ۽ استغراق ۾ رهندو .

مگر ٿيندو تڏهن تحقيق ڪامل[1]
اول آخر سان جڏهن موٽي ٿئي شامل
اُهوئي مرد ٿيو ڪامل تمام آهه[2]
جو رئيس آهي مگر سڀ جو غلام آهه
جڏهن اُن اِنطرح پورو سفر ڪيو
تڏهن حق اُنکي ڪيو پنهنجو خليفو[3]
فنا کان پوءِ ڪري حاصل بقا کي[4]
سفر پورو ڪري موٽي مُهڙ ڏي
شريعت کي ڪري پوشاڪ ظاهر
طريقت کي ڪري اوڇر پنهنجي چادر
حقيقت ٿي اُنهيجي ذاتي منزل[5]
منجهس ٿيو ڪفر ۽ ايمان شامل

---

١ ـ ليڪن انهيجو ڪمال تڏهن آهي جڏهن ڪثرت ۾ وحدت ڏسي، يعني خلق کي حق ۾ ۽ حق کي خلق ۾ ڏسي ۽ حق مطلق کي رسي وري شروع واري تعين ۽ عبوديت ۽ متابعت جي رستي تي اچي ۽ انهيطرح سير يا دور پورو ڪري. ٢ ـ هي سوال هئي جي پاڳي جو جواب آهي. ٣ ـ قران ۾ آهي ته اني جاعل في الارض خليفة ۽ فاذا سويته و نفخت فيه من روحي فقعوا له ساجدين. ٤ ـ مقام بقا بعد الفنا. ٥ ـ يعني حقيقت، جو ولايت جو مقام آهي، ۽ سالڪ جو ذات جو مظهر ٿئي ٿو، تنهنڪري سڀ اسما جمالي يا جلالي گڏ ٿا ٿين ۽ ڪفر ۽ ايمان داخل آهن. محوالموهوم مع صحوالعلوم.

چڱا اخلاق ٿيا انجا سينئي
منجهس ٿيا زهد تقوي علم تيئي
مڙئي اُنسان مگر مڙني کان اڃ ڏور
رهي اسرار جي پردي ۾ مستور

## مثال

ڪچو جيڪو ڇليندو مغز بادام[2]
ته ٿيندو اُهو اصل ضايع ۽ ناڪام
پڇي جڏهين تڏهن لاهڻ ڇگي کل
تو نڪري مغز سالم ساڻ اتڪل
شريعت کل ۽ مغز آهي حقيقت[3]
انهن ٻنهي جي وچ ۾ ٿي طريقت
خلل سالڪ جي رستي ۾ ٿيو نقصان[4]

---

١ يعني فناء مطلق جي مقام ۾ رهڻ ڪري انهن سڀني اخلاق ۽ اوصافن کان گويا دور ۽ ڌڪيل آهن. ٢ـ شريعت ظاهري کل آهي ۽ طريقت مغز آهي. وري حقيقت جي بنسبت طريقت کل آهي ۽ حقيقت مغز، جو اها توحيد حقيقت جو ظهور آهي. ٣ـ يعني شريعت ۽ طريقت کان سواء حقيقت حاصل نه ٿيندي. ٤ يعني ضروري عبادت نه ڪرڻ ڪري نقصان تو پهچي، جئن ڪچي کل لاهڻ ڪري مغز کي نقصان رسي.

پڇاڻ بعد آهي ري ڪَل مغز جو مانُ

اندر[1] جو ٿيو يقين عارف کي جڏهين

ڪَل ٿيو مغز، پوءِ ڪَل ڇو نه لاهين

وُجود اُنجو نه هِن عالم ۾ ٿي

نه موتي هت اچي سو جنت جو ٿي

جي[2] سج جي تاب ڪان کان ڪَل وٺي آور

ته دنيا ۾ ڪري پيو ڏک نٿو ان دور

وڏي وڻ ٿئي مٿي پاڙيءَ ڪان هت يار

لنگهن ست آسمان اُن وڃ سندا ڏار

اُهو داڻو ڪري هت موتي اظهار

ٿئي هڪڙي مان سؤ، سان حڪم جبار

ڪري جيئن داڻو وڻ جي خط ۾ ڦيرو

ٿئي نُقطي مان خط ۽ خط مان گهيرو

جڏهن سالڪ ڪري دورو مڪمل

---

۱ - اهو ٿيو مقام وحدت ۽ ڪشف حقيقي جو جڏهن عارف مجذوب مطلق ٿئي تو پوءِ سُڪر ۾ رهي يا صحو ۾. ۲ - يعني ڪشف حقيقي حاصل ڪرڻ کانپوءِ جي عارف چاهي ته ورتي ۾ ٿئي سر اُهو دور هلائي سگهي تو ۽ ڪنهن مريد يا شاگرد جي صورت ۾ وري اُهو ساڳيو سير يا دورو ڪري- جهڙي طرح ميوو هڪجي ٻج ڪري ۽ اُهو ٻج وري ڦٽي پي ڪل وٺي وڏي وڏو درخت ٿئي ۽ اُهو وري ميوو ڪري .

رسي آخر جو نقطو تا بہ آوّل

ٻيو پيرو ڦري، جڙي آهي پرگار

ڪري ساڳيو اهو ڪير موٽي دربار

ڪري ڪ وار جڏهن پوري مسافت

ڪري حق آن مٿي قائم خلافت

تنا سخ ناهي ھي تون سمجھہ معنيٰ[1]

تجلي عين هي، ٻو ٿيا ظاهر را

ٻڌي[2] چڙ وصف ٿيا آهي نہايت

ورڻ منهن ڏي، رجوع الي البدايت

نبوّت[3] پوري ٿي ظاهر منجهہ آدم

ڪمال انجو نبين جو ٿيو خاتم

---

١- ڪو گمان ڪندو تہ مٿين ذڪر مان تناسخ جو مطلب ٿو نڪري يعني روح هڪڙو بدن مان نڪري ٻئي ۾ اچي، پر ائين ناهي. هي آهي هڪڙي سالڪ جي عارف ڪامل ٿيڻ کان پوءِ سندس ارشاد يا مرشدي جي وسيلي حقيقت جو ٻيجهہ ٻئي مريد مان ظاهر ٿئي- انهيءَ ڪان وري ٻئي ۾ انهيءَ طرح سلسلو هليو هلي- تناسخ وانگر هن ۾ ٻہ بدن يون بدن نيست نابود نٿو ٿئي تجلي يا نور يا حقيقت ساڳي هاي هاي. ٢- هي آهي نہايت يا ڇيڙو جي وصف- ٣- جيئن خاتم الانبيا نبوت جو ڪمال آهي تيئن خاتم الاوليا ولايت جو ڪمال آهي. سو آهي امام محمد مهدي جو قيامت کان اڳيرو ظاهر ٿيڻو آهي-

رهي باقي ولايت، ساڳي سائر

گهمي نُقطي جان دُنيا ۾ ٿي دائر

ٿئي ڪامل ٿيو ان جو خاتم

ٿيون پُورا ٿِري تڏهن فردو عالم

ٻيا سڀ اَوليا آن هِڪ جا عُضوا

اُهو ٿيو ڪُلُ ۽ هُو انجا جُزوا

اَنبياجي ٿي اصل حضرت سان نسبت

ٿي ظاهر ۾ اَنبيا کان عام رحمت

ٿئي اُو مُقتدا منجهه فردو عالم

خليفو ٿئي منجهان اولاد آدم

نبين ۾ نبي ٿو جڏهن اَڪمل

وليِن ۾ ٿيو هي سڀ کان افضل

ولايت نيت ٿي خاتم ٿي ظاهر

اَول جي نُقطي تي ٿيو دور آخر

اچي عالم ۾ انکان اَمن ايمان

---

ا ــ امام محمد مهدي حضرت صلعم جي اولاد مان آهي تنهن ڪري انهيءَ جي ساڻن نسبت ٿي. نسبتون ٽن قسمن جون آهن صلبي ۽ قلبي ۽ حقيقي. اهي ٽئي هن جي وجهه آهن. الولد سر الابيه جي هن حديث آهي ترڄماني طي اسميه اسمي وڪنيته ڪنيتي.

جماد ۽ جانور ۾ پڻ پوي جان
نہ دنيا ۾ رهي ڪو ڪڙو ڪافر
حقيقي عدل سڀ نڪري ٿئي ظاهر
سچائي سِرّ وحدت جي کان اُو حق[1]
ٿئي پيدا انهي ۾ وُجه مُطلق

## سوال پنجون

آهي وحدت جي ڳُجهہ کان ڪير واقف؟
سُچائي ڇا کي ٿو سڏ جي جو عارف؟

## جواب

اهو وحدت جو واقف آهي بيحد
ڇڏي ٻائي جو هردو جڳ جا مقصد
۽ عارف[2] جي نظر ۾ ڪ وجود آهہ
اُهو مطلق هميشہ منجهہ شهود آهہ
نہ دستي[3] بي سچائي ري حقيقي

---

١ يعني توحيد جو اسرار ظاهر ٿئي ۽ حقيقت انسانيءَ جو ڪمال پوري طرح پيدا ٿئي. ٢- يعني اُهو عارف سچائي تہ وجود واحد مطلق آهي ۽ ٻيو ڪو بہ وجود ڪونهي ۽ جيڪي آهي سو انهي جو عڪس يا ڏيکاءُ آهي. ٣- يعني هي معرفت بہ رستن سان حاصل ٿي ٿئي يعني دليل يقيني سان يا ڪشف سان، يعني عين اليقين ۽ حق اليقين سان عارف ٿيڻ.

يا اُو جنهن سڀ وڃائي پنهنجي دستي
ڪَندا ڪَر ڇاڻ پنهنجي دستي تون هَڏِ[1]
اُهي سڀ پاڻڪان اُڇلائي تُون ڇَڏِ
ٻُهاري صاف ڪر تون دل جو حُجرو
ڏسين محبوب جو پوءِ اَنهِ مُجرو
اڇي اندر، جڏهن نِڪرين تون ٻاهر[2]
تي بيخود تاڪري هُو حُسن ظاهر
ٿئي محمود منزل ۾ مڪاني[3]
تي بي يسمع ۽ بي يبصر نشاني
موانع[4] چار ڪر تون پاڻڪان ڏُور
ته تُنهنجي دل جي حُجري ۾ اچي نُور
حَدث[5] تو ڙي نجس تُون پيرين ڪرياس
پيا آهن گناهه ۽ شرڪ وِسواس

---

١ ـ يعني پاڻ کان بيخود ٿي ته حق جي وحدت وجود تائين رسين. ٢ ـ تون جو نڪرڻ يعني تعين، جو حجاب آهي، سو نڪرڻ يا خودي جو نڪرڻ. ٣ ـ هي مقام محمدي آهي جو بقا بعد الفنا جو مرتبو آهي. بي يسمع ۽ بي يبصر مٿي آيو آهي. ۴ ـ چار منع ڪندڙ يا روڪيندڙ شيون. ٥ ـ ظاهري بدن جي پليتائي.

ٿيا آخلاق بد، جي ٿيا مرڻ جاڻ[1]

۽ ڇو ٿا غير سڀ[2] ڳڌڙن جي ڏل ماڻ

ابتڪان پاڻکي ڪر پاڪ غازي

تہ ڇو تون ليکجين بيشڪ نمازي

وڃائي پاڻ تا تون پڪ ٿئين ري[3]

ٿيو معروف عارف پوءِ ڏڪ شيءِ

## سوال ڇهون

جي ٿيا معروف عارف ذات ڊڪ پاڪ

طلب ۾ ڇو رهي ٿي پوءِ ڏيءِ خاڪ[4]؟

## جواب

تہ ٿي بيشڪ تون نعمت ڪان خلق جي

سڃاڻين نور حق جي سان تون حق کي

آڳوڻي عارف ۽ معروف آهي

مگر سج جو اثر ٿي خاڪ چاهي[5]

---

١ - خنجي مثل ڪري ماڻهو جانورن جي مثال آهي.
٢ - ذات جي پاڪائي غيرڪان. ٣ - جڏهن خلق کان سواءِ پيو
ڪي نہ ڪينهي ۽ تفاوت رڳو تقيد ۽ تعين جو آهي تڏهن عارف
۽ معروف هڪ ٿيا ۽ هرڪ محو فاني ٿيو. ٤ - يعني آدم.
٥ - يعني عالم يا اعيان ثابتہ جي ذري جي مثال آهن ۽ حق سج
جي مثال آهي.

تني ذري جي پوري چئو نه اميد
رسائي تنهنجي تائين نُور خورشيد
اَلَستُ بِرَبِّکُم کنهنجي خدا چئو؟
وراٽيءَ ۾ اُنهيءَ ۾ ڪنهن بليٰ چيو؟
مٿي جنهن ڏينهن آدم جي رتيائون [2]
لکيو ايمان جو اُنهن لکيائون
لکيو سو جيڪڏهن بندا پڙهين تون
سيئي جا ڳين اُدو جيڪي گهرين تون
الستي عهد کيئي جيڪو نه پاريئي
تي نادان، بندگي حق جي وساريئي
ازل ۾ آهي جي حق کي ڏٺو تو
تردين پڻ تون ڏسي اُنکي سگهين تو
تون ڪر ديدار اُنجو اڄ صفاتي
سياڻي اُنجو ڪر ديدار ذاتي

---

ا- اهاورا ڻي حقيقت انساني يا آدم جي اولاد ڏني.
٢ - قرآن ۾ آهي ته اولئڪ کتب في قلوبهم الايمان. ٣ - يعني
ادو الستِ وارو تنهن وجود تاءِ ۾ ڪيڻي مگر وجود هيئي ۾
وساري چڏئي، تعين يا جسم جي حجاب ڪري.

# مثال

انڌي کي جائي جهرڪان ٿي اُونڌائي
رنگن جي اُنکي پوندي سُڌ نہ ڪائي
ڏسي[1] اِئين سگهندو آخر عقلُ عُقبيٰ
ڏسي جئين ڪور مادرزاد دنيا
رکي ٻيو رستو ماڻهو عقل ڌارا
ڏسي جنهن سان ڪي اِسرارَ سارا
ڪجهہ[2] سو جان تن ۾ رب رکيو آهہ
اِڪا جيئن لوهہ پاهڻ ۾ رهي باهہ
اُهي ٻيئي جڏهن هڪٻئي سان ٽڪن
تڏهن ٿئي هردو عالم تنهان روشن
يقين[3] نُسخو الٰهي خود تون آهين
لهين گولي اندر جيڪي تون چاهين

---

١- يعني آخرت جو احوال دنيا جو ماڻهو اهڙو ڏسي سگهندو جهڙو ڪو جائي جهرڪان انڌو ڏسي سگهي، يعني عقل جي اتي جاءِ ڪانهي. ٢- اهو ٻيو رستو، جو ظاهري ۽ نظري عقل جو ناهي سو آهي ڪشف ۽ الهام جو، جو عشق دل جي صفائي ۽ عبادت ۽ سلوڪ ۽ مدامي توجهہ سان حاصل ٿو ٿئي ۽ جو نبين ۽ ولين جو رستو آهي. ٣- من عرف نفسہ فقد عرف ربہ.

## سوال سنون

سو آهي ڪير جو چئي ٿو اَنَا اَلحَق
ڇيو جنهن ايئن، سچو هو يا هو احمق؟

## جواب

اَنَا اَلحَق سان ڪُلي ٿو سِرُّ مُطلق[1]
سو حق ري ڪير ٿيو، چئي جو اَنَا اَلحَق؟
آهن ذرّا سيئي عالم جا منصُور
ڪڏهن تا مست بيخُود ڪڏهن مَخمُور[2]
ٿي اي تسبيح تَهلِيل اُنجي دائِم[3]
رهن تا نِت انهي معنئ سان قائِم
جي پائين ٿئي اهو سڀ تو تي آسان
وَ اِنْ مِنْ شَيءٍ يُسَبِّحُ پڙهه تُون قُرآن[4]

---

١- يعني بيشڪ سڀ اسرار ڪلي پون ٿا. ٢ مستي پوري بيخُودي ۽ فنا ۽ سڪر آهي ۽ مخموري يا خُمار پوري بيخودي ناهي ۽ أها شريعت ۽ طريقت ۾ منع ٿيل آهي. شاهه عبداللطيف ٿو چوي تہ "سيت لاچار ڀرين جي سيت هوت حضور- مُلڪ مڙئي منصور ڪهي ڪهندين ڪيترا" ٣- يعني سبحان الله ۽ لاالہ الاالله جو ٺ يعني سيڪا شئي انا الحق پئي چوي. ٤ وان من شئي يسبح بحمده جي آيت مان ٻه اهوئي مطلب ٿو نڪري تہ سيڪا شئي سبحان الله ۽ الحمد الله تي چوي.

ڇڏين جي نفس پنهنجو تون ڪيھ جيئن
تہ پڻ حلاج[1] وانگي تون بہ ٿيئين تيئن
ڪيھ پندار جي ڪڍ پنهنجي ڪن مان
ندا سا ٻڌين هر شيءِ جي واتان
تون آ منجھ وادي ايمن تہ ناگاھ
ٻڌين ڪنهن وڻ منجهان[2] اِنّي آنا اللّٰہ[3]
ٿئي وڻ جي آنا اللّٰہ، ڇو روا ناھ
تہ ڪو ڪ نيڪ ٻانهو ٿئي آنا اللّٰہ؟
جنهينڪي دلہ ايمان ۽ يقين آھ
سو ڄاڻي ڪري هستيءَ ري ٻيو ڪين آھ
[3]انانيت اصل حق کي ڄڃائي
جو حق حاضر ۽ هو غائب ٿوائي
جناب حضرت حق کي دوئي ناھ
سندس درگاھ[4] ۾ مائي توئي ناھ
آءٌ توڙ هو، ٿئي هڪ چيز آھن

---

١ - حلاج يعني ڪپھ پيڃڻ وارو - لقب آهي منصور جو جنهن انا الحق تي چيو. ٢ - جيئن حضرت موسيٰ تي ٿيو. ٣ - يعني آءٌ چوڻ يا انا الحق چوڻ حق کي ڄڃائي جنهنڪي هو يا غائب سڏڻ مناسب نا هي جو حق هميشہ حاضر آهي. ٤ - يعني آءٌ ۽ تون.

جو وحدت ۾ تفاوت ڪو نہ پائن
تيو پائان جو خالي سڀ پچي ساز
اَنَا الحق جو ٻڌي سو هر دم آواز
تنهي باقيءَ سان گڏ جي غير هالڪ[1]
ٿين تني هڪ، سُلوڪ ۽ سَير سالِڪ
حُلول ۽ اِتحاد ايءَ ناهي حالت[2]
جو وحدت ۾ دُوئي آهي ضلالت
حلول ۽ اِتّحاد آهن منجهان غير
مگر وحدت تني پيدا منجهان سير
تعيّن[3] هو جو هستيءَ کان جُدا تيو

---

ا - يعني جڏهن تعيّن يا غير سڀ نڪري ويو ۽ وجود مطلق وڃي رهيو تڏهن شين جي وچ ۾ تميز ۽ تفاوت سڀ نڪري ويو ۽ سڀ هڪ شئي تي پيون . ٢ - حلول آهي حق جو غير يا ڪنهن بي شئي ۾ اچڻ ۽ اتحاد آهي ٻيءَ شئي سان گڏ جي هڪ تي وڃڻ. اهي ٻئي ڪفر آهن ۾ وحدت حقيقي ۾ غيريت جي اصل جاءِ ڪانهي. ٻي شئي اصل آهيئي ڪا نہ سواءِ حق جي. دوئي جو ذالوئي ڪونهي — ضلالت يعني گمراهي ۽ سيرهٽي بيت ۾ ڪثرت ٿو ڏيکاري جنهن ۾ وحدت لڪل آهي. ٣ - يعني ائين ناهي تہ توکي ڪا هستي آهي سا جڏي ڇاڻڪي فاني ڪر - توکي هستي اصلي ڪانهي - ائين ناهي تہ حق بند و تيو يا بند و حق تيو- اهو تہ حلول ۽ اتحاد آهي - ۾ وجود مطلق رڳو حق آهي ٻيو سڀ تعين آهي. اهو شمار ۾ نہ آڻ تہ پوءِ حق کان سواءِ ٻيو ڪي ۾ ڪين رهندو.

نہ حقُ بندو نہ بندو سان خُدا ٿيو
ميِ مخلوقات ڪثرت منجھ وجود آہ [1]
نہ جيڪي ڏسجي ٿو سو عين بوُد آہ
رکي آئينو ڏِس پنھنجي برابر
پيو ماٺھوُ ڏسين ٿو تِنھنجي اندر
اھُو عڪس آھي ڇا؟ ڪو ٻيو آھي
نہ ھي آھي نہ ھوُ، پيو ڪير آھي؟
بذات خُود جڏھن آءٌ آھيان موجوُد
نمُود آھي تڏھن اِيُ پاڇو بي بوُد [2]
ڪڏھن ٿئي ڪِين ھستي نيستي گڏ [3]
ٿئي ڪيئن نُور ۽ ظُلمت ٻئي گڏ؟
آھي ھڪ نقطو، ڏسجي ليڪ ساري
ڦرُو ٽڪرو ٿو ڏسجي نھر جاري
پيو ڪو ڪو نہ سِيج ہ، آءٌ ۽ واہ

١- سب مخلوقات يا جيڪي ڏسجي ٿو سو وحدت يا وجود ہ ڪثرت آھي ۽ انھيڪي ڪا ذاتي ھستي ڪانھي. ھيٺ انھي جا ڪي مثال ٿو ڏئي- ٢- يعني اھو عڪس رڳو ھڪڙي خيالي مثالي صورت آھي ۽ نمود بي بود آھي- ڏسجي ٿو مگر حقيقت ڪري آھي ڪي ڪين- ٣- يعني ہ ضد گڏ ٿي ڪين سگھندا.

تڏهن ڇو مُونکي آهي ڇا هي پڙاڏو ؟

سچو عالم اِلهي جو ٿيو نمُونو

تون سمجهي ڪر سهي اِيءُ سِرُّ اُونهو

جڏهن پِي هستي حق ري ناهي آلحق

وَٽِئي تن ڇؤ، هُوَ الحق يا انا الحق

نُمايش[1] وهمي ۽ هستيءَ ۾ ڪر فرق

تون وٺ حق کي تعيّن ۾ ٿي غرق

# سوال اٺون

ڇون[1] مخلوق سالڪ کي چو واصل

سلوڪ ۽ سير ڪيئن ٿيو اُنکي حاصل ؟

# جواب

وِصال حق آهي خلقون جُدائي

ٿيڻ بيگانو پاڻون، آشنائي

آهي[2] مُمڪن ۾ هستيءَ وقت واجب

تعيّن سان عدم ۾ ٿئي ٿو غائب

---

١ – نمود وهمي يا تعين. ٢– امڪان نمود ۽ بود آهي. جڏهن نمود وهمي ويو تڏهن باقي بُود رهجيو. اهو نمود جيسين هستيءَ ۾ ٻڌا نمود ۾ آهي تيسين واجب يا موجود ٿيو چا ٺجي.

وجود ايئن هردو عالم جو خيال آهه
بقا جي وچم چڙ آنکي زوال آهه
نه ٿئي مخلوق هرگز حق سان واصل؟
عدم ساڪن کي ڪيئن ٿئي سير حاصل؟
آهي نت جسم عالم جوهر ۽ عرض
اُنهيکي طول عرض ۽ عمق ٿيو فرض
مرکب[1] جسم ٿيو صورت هيولا جو
آهي آهن سيئي معدوم اصلا
حقيقت پانهنجي پڻ ڪر تون معلوم
نه موجود آهي ذاتي ۽ نه معدوم
آهي ممڪن[2] سوا هستيءَ جي معدوم
نه هستي ٿئي ٿي ري امڪان معلوم

---

١- جسم جزيل آهي صورت ۽ هيولا جو مان جي ٻئي معدوم آهن - ۽ جسم کي جوهر ۽ عرض ٿئي ٿو ۽ اهي به ٻئي معدوم آهن - مطلب جيڪي عالم ۾ آهي سو سڀ معدوم آهي هستي رڳي حق جي آهي جنهنجي ڪري هت ڏسجن ٿا. ٢- ممڪن يا امڪان واري شيءِ حقيقت ڪري معدوم آهي مگر اصل واري هستيءَ جي موجود ٿي شمار ڪجي ۽ اصل واري هستي به انهي امڪان يا تعين کان سواءِ جيڪر معلوم ٿي ڪين سگهي تنهن ڪري اهو ٻئي يعني وحدت ۽ ڪثرت ضروري آهن.

وجود آهي سڀجي عالم ۾ ساري
تعين[1] امر آهي اعتباري
نہ آهن اعتباري امر موجود
ڳڻطِ ۾ هڪ، هزار ۽ لک نئي زود
آهي[2] عالم کي هستي، پر مجازي
حيواة الدنيا آهي لهو بازي

## مثال

منجهان دريا بُخار آب ڏي اُٿي تو
وري قدرت سان ڏرتيءَ تي وسي تو
مثان ڪرهي اچي سڀ جي انهي تي
وري آب تي اُتي ڏرتيءَ تان اُپ ڏي
هوا پاڻي مٽي گرميءَ سان گڏ جي
ٿئي ساوڪ، نباتي شڪل سڌ جي
وري ساوڪ ۽ اوبڙ کائي حيوان

---

١ـ حقيقت ڪري تعين موجود نہ آهي معدوم آهي مگر اعتبار ڪري فرض ڪجي تہ موجود آهي. ٢ـ ادا هستي عالم جي حقيقي نہ چئجي پر مجازي چئجي ۽ قرآن ۾ آهي تہ انما حيواة الدنيا لعب و لهو.

وري حيوان کي کائي ٿو انسان
ڪري انسان پنهنجو نسل پيدا
منجهس ٿئي روح حيواني هويدا
بدرجي ٿئي اهو طفل ۽ جوان پير
پرائي علم عقل ۽ فهم تدبير
اجل پوءِ موڪلي اُنڊي ٿو رب پاڪ
وڃي ڏنهن پاڪ پاڪ ۽ خاڪ ڏنهن خاڪ
نهايت آهن جزا عالم جا گويا
ڦڙو ڦڪ جڻ منجهان وحدت جي دريا
ٿئي آغاز وانگي اُنجو انجام
کڻي ڪن نيست جو جڻ هست ٿيو نام
ڪري ٿي موج وحدت جي نهايت
ڪأن لم تغن بالامس آهي آيت
وڃي مرڪز ڏي موٽي نقطو درڪ
جزي کي ڪل جي، شيءِ کي اصل جي ڇڪ
تڏهن ٿئي قرب حق جو توکي حاصل

---

١- هي قرآن مان آيت آهي جنهن جي معنيٰ آهي ته جڻ ته ڪالهه هئي ڪانه - يعني ٻي ٿيا آهي، اڄ آهي پر ڪالهه هئي ڪانه

چڏي جڏهين ٽوئي ٿين ٽيهنسان واصل
وصال[1] اصلي اِئي ٿا رکِ خيال آهه
ٽريو جي خيال دلِ تان، پوءِ وصال آهه
ٿيو مُمڪن[2] نه ڪنهن پر حد ڪان غائِب
نه واجب مُمڪن ۽ مُمڪن نه واجب
ظُهورا[3] ٿيا گهڻا ما ظُهوءِ ڪي در پيش
ڪري اچ وڃُ اچا ٽن، تي ڪم و بيش
جُڳائي اُنکي ٿِن سيني جو ويچار
ٿئي معنيٰ حقيقت آن تي اظهار

# سوال ناٺون

پيا ڪينءَ مُمڪن ۽ واجب جو ٿئي وِصل
آهي ڪينءَ حق جو قُرب ۽ بُعد در اصل؟

---

١ تعين هڪڙو خيال يا وهم يا نمود بي بود آهي. اهو جڏهن محو ٿيو تڏهن وصال ٿيو. ٢ يعني ممڪن انهي هستيءَ جي ڪري موجود يا واجب نه چئبو، اعتباري ۽ معدوم چئبو. تنهڪي اصل واري هستي ممڪن بر ظاهر ٿيڻ ڪري بعد وم شمار ڪبي. ٣ ظاهري يا معنوي ظهورا انسان جي لاءِ گهڻائي اچا بيا آهن. جهڙن منڪجهوس هيستائين ڦير گهير ٿيندا آيا آهن تهڙن اڳتي به ٿيندا رهندا.

# جواب

حقيقت اُنجي ۾ تون ڏاڍ مونکان
آهين نزديڪ پر تنهين ڏُور پاڻان
عدم ۾ ڪيو جڏهن هستيءَ ظهور[1]
تڏهن تيو قُرب بُعد ۽ ڪمتي پُور
قريب اُو آهه جنهن تي رش ڪيو نُور[2]
بَعيد اُو نيست، جو تيو هست کان دُور
اندر مان نُور جي توکي رسائن
تہ هستيءَ پنهنجي کان توکي ڇڏائن
مرين هِن بُود ۽ نابُود لَيءِ ڇو[3]
ڪڏهن اُميد اَنمان ۽ ڪڏهن پُوَ

---

۱ يعني ممڪن ۽ واجب انهن ٻن ضدن جوگڏجڻ ۽ حق کي ڪن، جو ويڄهو ۽ ڪن جو پري ٿيڻ ۽ درجن جي گهٽ وڌ ٿيڻ جو سبب اهوئي آهي تہ هستي عدم ۾ يا نيستي ۾ ظاهر ٿي ۰ ۲ هن ۾ انهي حديث جو اشارو آهي جنهن ۾ تہ ان الله خلق الخلق في ظلمة ثم رش عليهم من نوره فمن اصابه ذالڪ النور اهتدي ومن خطاه ضل وغوي — هن ۾ قريب ۽ بعيد جي معنيٰ ڏني آهي تہ جنهنتي نور رش ڪيو يا پيو سو قريب آهي ۽ بعيد اهو آهي جو اصل وجود کان پري آهي ۰ ۳ يعني هن جسم جي هستي ۽ نيستي يا وجود امڪاني مان توکي ڇا حاصل آهي؟ ڇو انهنجي لاءِ حيران ۽ پريشان ۽ خواهشمند آهين؟

ڏچي اُنکان نہ، جو اُنکي سڃاڻي [1]

ڏچي ٿو پارڙو پاڇي کان پنھنجي

وڃي ڏيپ جڏھن طالب ۾ تون وڃين ڏک [2]

گھري ٿو گھوڙو تازي کين چهبڪ

اٿيئ ڏيپ ٻاھر دوزخ جي کان ڪيڙو

جو دسنديءِ کان ٿئين تون پاڪ آجو

ڏئي ٿو ڏاھر ۾ نيچ سون جھلڪا

نہ ھوندو مٽ، تڏھن سڙندو وري چپا

ٿيان آھين پاڪي پاڪيزگي آڏو [3]

خودي توکي رڳو کوڙائي ڪاڏو

---

1 جيڪو سچو عارف آھي ۽ حق کي سڃاڻندو ۽ حقيقت جو واقف ھوندو سو حق کان نہ ويندو. اھو پنھنجي وجود کان فاني ٿيو تنھنکي ڪا خوف نڪو خطرو۔ 2 سچو طالب يا عاشق سيرالي الله ۾ آرام ڪين ڪندو ويو طلب ڪندو تاڪ ڪمال جي منزل تي رسي - اھو نکي گھوڙي وانگر آھي - چهبڪ آھي خدا جو غضب ۽ دوزخ جي عذاب جو خوف، انھنجو منکي احتياج ڪونھي جو رواجي ماڻھن لاءِ ضروري آھي۔ 3 يعني فقط خودي يا انانيت توکي آڏو آھي ۽ نقصان تي رسائي جي ادا مجازي ھستي يا تعين جڏھن ۽ پاڪ کان فاني ٿيندين تہ پوءِ حرڪت ڪانھي - تون پنھنجو پاڻ حجاب يا پردو آھين اھو ڪري ڇڏ.

ڌڻين جي ڀاڻم پنهنجو گرفتار
ته عالم ٿيو حجاب ۽ پردو يڪبار
وجودي دور جو تون جزو ڏينيون
تون آهين نقطه وحدت جي سامهون
تعين تو م عالم جي ڪيو ٿير
ڇڏين شيطان[1] جان مون جهڙو ٿيو ڪير
انهيڪان[2] ڇڏين مُنکي خُود اختيار آهه
جو تَن گهوڙو ۽ مَن اُنجو سوار آهه
۽ تَن جي واڳ جڏهن مَن کي ڏنائون
تڏهن تڪليف سڀ مَن تي رکيائون
آدي[3] نادان اِي آتش پرستي
اِها حرڪت آدي هستيءَ جي مستي•
آدي ڇا اختيار اُنکي اي جاهل

---

١ قران ۾ آهي ته ابليس جيو آدم جي ڳالهي ته انا خير منه ـ ٢ تون مرضي
هنيان عضوا هلائي ڪم ڪرين ٿو ۽ عقل ۽ روح جي اشاري تي
هلين ٿو تڏهن ڀائين ٿو ته اختيار وارو آهيان پر اها تنهنجي غلط فهمي
آهي ـ ٣ آتش پرست يا گبر و هند ا آهن ته خير يزدان ٿو ڪرائي
۽ شراهرمن ـ اهو غلط اعتقاد انيهڪري آهي جو ماڻهو سمجهي ٿو ته
آءُ آهيان ـ اها سڀ خرابي پاڻم هستي وسڻ جي آهي. نت خير ۽
شر الله کان آهي•

جنهِين جي ذاتِ آهي نيست باطل
جڏهن ٿيو بُود تنهنجو مثال نابُود
ٿيو اختيارُ بِئي جو توکي ڇا سُود
جنهِين کي پنهنجي هستي ناهي ذاتي
تنهِين نيڪي بدِي ذاتي نه پاتي
ڏُجي ها جيڪڏهن مُختار آدم
ته دائم خوش رهي ها جگر ري غم
آهي مختار حقّ هڪ، آهي ٻيو ڪير
تون پنهنجي حدّ کان ٻاهر نه رک پير
اِتي[1] تقدير ڪيو هڪڙن کي قدري
ٻين کي جبر ڪيو لاچار جبري
جنهين ماطهوءَ[2] جو مذهب غير جبر آهه

---

١ معتزله جي ڳالهه اشاعره چوندا آهن ته هو قدري آهن جو وٽن ٿا ته انسان کي چڱي ٻڇڙي جي قدرت آهي ۽ اشاعره جي ڳالهه معتزله چوندا اهن ته قدري آهن جو هو سڀ ڪم تقدير يا قدرتي معتزله ٿا ڄاڻن ۽ جبري به اهي آهن – جبر اختيار جو ضد آهي

٢ حديث آهي ته القدرية مجوس هذه الامة. مجوس يا گبر انهي ڪري جو هڪڙي کي خير جو خالق ۽ ٻئي کي شر جو خالق ٿا چون. ۽ ٻي حديث آهي ته القدرية خصماء الله في القدر. انهي موجب بنده ۽ قدرت ٻنهي جي هٿ رکڻ ڪري خدا جو دشمن ٿئي ٿو. جبرين موجب بنده ويچارو جهڙو آهي، فعل جو ڪيس ڪو به اختيار ڪونهي، اختيار سڀ خدا کي آهي.

نبيءَ جي قول موجب مثل گبر آهه
مجُوسي آهه مَن ڇئي ٿو ۽ يزدانُ
ڇو ته آهه ۽ هو احمق ۽ نادان
انسان فعل جي نسبت مجازي
حقيقت ۾ انهن نسبت ٿي بازي
٢ ڏي تُنهنجو فعلُ توکان اُٿ ٿيو پيدا
ڏئو ان خالقئين، تو ۾ تا حق ٿئي هو يدا
ٿيو اُٿ جانِ ۽ تن کان مُقدر
ٿيو هر هڪ جي لئيءَ هڪ ڪم مقرر
هزارين سال ڪئي ابليس طاعت
مگر آخر مٿس پيو طوق لعنت
۽ آدم ڪيو گناهه ۽ ڏو ر پاتئين
ڪري توبه مٿي ڏان بار لاٿئين

---

١ هي يعني جو جبري نالي يا معتزلي جي خير حق کان ۽ شر نفس يا شيطان، کان ٿا ڀائين انهيءَ جو ويساه آهي سڀ ڪم حق جي تقدير کان آهن مگر ڪسب ۽ ڪوشش انسان جي به ضرور آهي- اهي ٻئي دوئي ٿا ڪن يا آهه ۽ هو ٿا چون - ٢ تنهنجي پيدا ٿيڻ کان اڳي تنهنجا ڪم حق جي علم ۾ معين هوا - تنهن ڪري پنهنجي قدرت سان تون ڪي به ڪري نٿو سگهين. تون پيدا انهي لاءِ ٿيو آهين ته پاڻ کي آرسيءَ وانگي صاف ڪرين ته حق جا ذات ۽ صفات ۽ اسماءُ تو ۾ ظاهر ٿين.

آدي حيرت، ڪيو ھُن ترڪ مامُور[1]
ٿيو دي لطف حق جي ساڻ مغفور
ڪئي وٺي منع ھِن کي، ٿيو دڙ ملعُون
عجب ھي ڪم ٿيو بي چند بي چُون
آدي دَرگاھ حق جي لاَ اُبالي[2]
ھُئجي ڪنھن پر قياس اُنکي خيالي
آزل ۾ چاڙھو، اِئي سمجھڻ نہ ٿيو سنڀال
جو ھڪڙو ٿيو محمد ٻيو ابُوجھال[3]
خُدائي جي آدي لائق وڏائي
نہ عِلت فِعل جي گوڙي خُدائي[4]
ٿو لطف ۽ قهر پڻ اُنکي جڳائي[5]

---

١- يعني لعنت شيطان تي پئي ۽ مھرباني آدم تي ٿي، جنھن گناھ ڪيو ھو ۽ نافرماني ڪئي - ابليس ڪمال جلاليت ۽ انانيت جي صورت آھي. آدم جو گناھ ابليس جي لعنت جو سبب ٿيو. ٢- حديث قدسي آھي تہ ھولاءِ في الجنۃ ولا ابالي ھولاءِ في النار ولا ابالي يعني حقتعالیٰ بي پرواھ آھي سندس ڪمن جي لاءِ علت يا غرض ضرور نہ آھي - انھيڪان پاڪ آھي. ٣- ھڪڙو جونڊيل ٿيو ۽ ٻيو لعنت ڪيل - انھيءَجو سبب سمجھڻ مشڪل آھي. ٤ ڪم جو سبب يا غرض خدائي جو لائق ناھي - قران ۾ آھي تہ تعالیٰ عن ذالڪ علوا ڪبيرا. ٥- يعني خدا ۾ جمالي ۽ جلالي صفتون ٻئي ھُئڻ گھرجن ۽ بندي جي لاءِ محتاجي ۽ لاچاري ضروري نشاني آھي- انھيءَجي ظاھر ڪرڻ لاءِ خدا ۾ قدرت ۽ جبر ۽ لطف ۽ رحم ضروري آھن.

تو قبر ۽ جبر کان بند ۽ سڏائي
تي ماڻهوءَ ۾ ڪرامت[1] انطراري
هلي اُن تي نہ اُنجي اختياري
آهي بي وس، سند يس تا تنگ تي حد
انهي دوندي ۾ پڇيس نيڪ ۽ بد
نہ آهيس اختيار ۽ آهي مامور
عجب مسڪين، ٿيو مختار مجبور[2]
نہ آهي ظالم هي، هي علم ۽ عدل
ستم آهي نہ هي، هي لطف ۽ فضل
شرع[3] ۾ توکي ايئن تڪليف ڪيائون
جو پنهنجي ذات کان تعريف ڪيائون
ڪري[4] تڪليف تنهنجو عجز ظاهر
تڏهن عالم کان نڪري تين ڏون ٻاهر

---

ا - يعني ڪرامت يا خرق عادت ماڻهوءَ ۾ سندس وس جي ڳالهہ ناهي، اهو خدا جو تصرف آهي جو ماڻهوءَ ۾ ظاهر ٿو ٿئي - ٢ يعني انسان وس وارو بہ آهي بي وس بہ آهي - قول آهي تہ لا جبر و لا تفويض بل امر بين الامر. ٣ - انسان تي شرع جي تڪليف انهيلاءِ تي آهي جو کيس معرفت تي آهي ۽ پاڻ کي ۽ خدا کي سڃاڻي سگهي تہ ۽ علم ۽ قدرت جو مظهر ٿيو آهي. ٤ - يعني جڏهن اها تڪليف پوري طرح ادا ڪري نہ سگهي ۽ انهيءَ عاجز ٿئي ۽ سمجهي تہ آءٌ ٻاڻ کي هڪين آهيان- اها طاقت سڀ خدا جي آهي- پاڻ وٽ مان نڪري وڃي.

لهين تون پاڻکان اصلي رهائي
بقا بعدالفنا جي منزل آئي
اُتا وچ ، پنهنجا رکِ سڀ ڪم قضا تي
تون راضي رهه سدا رب جي رضا تي

## سوال ڏهون

ڪنارو جنهنجو نُطق[1] آهي ، سو دريا
آهي ڪهڙو ، تنهن جي گوهر جنهنمان پيدا ؟

## جواب

آهي هستي اُهو درياهُ سارو
ڪلام ۽ نُطق ٿيو اُنجو ڪنارو
سِپون آهن آکر ۽ لفظَ اَڪثر
۽ دل جي دانش ۽ علم آهي گوهر
اچن هر لهر سان موتي هزارين
حديث ۽ نص[2] ۽ نقلن جي پارين
اُتن اُنمان هزارين موجون هردم
ڪڏهن اُنمان نه هڪ قطرو ٿئي ڪم

---

١ - نطق جي معنيٰ آهي ڳالهائڻ ۽ حقيقت سمجهڻ. ٢- يعني قرآن جي آيت.

اچي اُن بحر مان تو علم[1] بيشڪ
آڪر آواز مان موتيءَ جو ٿيو ڏڪ

## مثال

چونڪا جڏهن اچي ٿو ماهِ نيسان[2]
وڃي سِپ ٿي مٿي، مان بحرِ عمان
بخارُ اُلمان اُٿي، پئي مينهن آڪثر
پئي سِپ وات، پئي ڏڪ قطرو اندر
وڃي موتي ٿري پر، ٿي صدف پر
ٿري قطرو اهو ٿئي قيمتي دُر
وري تو هو ٿئي دريا ۾ غائب
اُڏان آڻي ڪيڏي موتي عجائب
بدن تنهنجو ڪنڌي، دستي ٿي دريا
آهي آبِ فيض، ۽ مينهن علم اسما[3]
۽ عقل[4] اُن بحر جو ڏڪ آهي غواص

١ـ معنائي يا علم گويا موتي آهي جنهنجو ڏڪ اکرن ۽ آوازن جي وسيلي ٿو ٿئي ۽ اهي سپ وانگي آهن. ٢ـ رومي مهينن مان ڏڪڙو آهي بهار جي موسم جو. ٣ـ اسماءِ الٰهي مينهن وانگي آهن جي انسان جي دل تي لياقت آهر وسن ٿا ۽ اثر ڪن ٿا. ٤ـ يعني تو هو.

ڪنڌيءَ تي آئي جو ڳولي ڳجهو خاص

دل[1] آهي علم جي لئي مثال دڪان ظرف

۽ سڀ اُن علم جي، آواز ۽ حرف

ڪجهي تو ساهه، سو وِچ جيڻن هلي ٿو

آکر آواز اُنڪان پيو پڌي ٿو

پاڇي ڇڏ سڀ، ۽ ڪيو موتي مٺيا دار

ٿئي ڪر ڪلُ، ڪيئي ڪر مغز نروار

پڙهن ٿا علم ماڻهو نحو ۽ صرف

چمار اِن علم ظاهرم ڪيئون ظرف

اِدا[2] تي ڪلُ ضروري مغز جي ڪاڻ

۽ مغز اُن دين جي تون علم ڪي ڄاڻ

عمال[3] جو تئي ٿو علم حال جي ڪان

---

١ــ دل ڪڙو ٿانو آهي جنهنمر علم اسما، جو ميخون جي ڦڙن وانگي، آهي سوگڏ ٿو تئي ۽ اکر ۽ آوازانهي علم جي گوهر جي ڪڙي سب آهي. ٢ــ ظاهري علم لغت اشتقاق صرف نحو، ڪل جي مثال آهي ۽ دين جو علم يعني تفسير حديث، مغز جي مثال آهي. ٣ــ علم قال جو ظاهري علم ۽ عبادت آهي، علم حال جو معنوي عبادت ۽ عمل ۽ قرب ۽ مشاهدو ۽ ڪشف آهن ــ ڪڙي جو جسم سان واسطو آهي، هئي جو دل سان.

سو بهتر آهي علم قال جي کان
عمل سگهو نه آهي علم جو مٽ
هي دل جو ڪم، هو آهي جسم جو وٽ
۽ جان ۽ جسم ۾ ٿيو ڪيترو فرق
جو ڪتو غرب آهي ۽ ٻيو شرق
اهو نسبت آهي منجهه قال ۽ حال
۽ پڙ منجهه علم ظاهر ساڻ اعمال
نه علم آهي اهو، ڪولي جو دنيا
جو صورت ٿي اهي پر ناهي معنيٰ
هوا ۽ حرص سان ڪئه علم ڪٿان ٿئي
ملڪ جي تون گهرين، ڪيئن تون ڪتي کي

---

١- جيئن طرح حال وارو علم قال وارو علم کان بهتر آهي تہ ۾ رڳو عمل، جو فقط جسم کان آهي ۽ دل جي حال کان ناهي، اهو علم جي برابر ناهي، ڇالاءِ جو علم قال جو هوندو تہ ۾ دل جو ڪم نہ جسم جو.
٢- يعني جهڙيطرح قال جو علم بدني عملن جي برنسبت جان جي برابر آهي تهڙيطرح حال علم قال جي جان برابر آهي. ٣- علم جي صورت ۽ علم جي معني ۾ شيئن آهن دنيا جي طلب وڏي خطا آهي تنهنڪري جاڻڻ علم ناهي. حديث آهي تہ حب الدنيا راس کل خطيئة. ٤- حديث آهي تہ لا يدخل الملائكة بيتا فيه كلب او تصاوير.

ٽيون علم اخلاق جو لائق فرشتو
نرسا دل، جنهن کي جيڙو سرشتو
وڃي ڀريون تون پنهنجي صاف ڪر دل
ملائڪ ذاڪري تو وٽ ٻه منزل
انهيڪان سگهي ادا علم وراثت[1]
۽ ڪر پوءِ آخرت جي لئي زراعت
پڙهي حق[2] جو ڪتاب، اخلاق ڪر خوب
سکي حڪمت حقيقت، ٿي تون محبوب

---

١- علم وراثت جو آهي علم لدني يا علم معنوي ۽ ڪشفي - ۽ زراعت آهي آخرت جي لاءِ، جتي پوکر ڪر ترتي لڻيون. ٢- يعني آيات صفات اسماء الٰهي پنهنجي نفس مان معلوم ڪر جو خدا جو ڪتاب آهي ۽ پنهنجا اخلاق سڌار ۽ حڪمت سک ۽ شين جي حقيقت معلوم ڪر.

# قاعدو

## چڱا اخلاق ٻُه - اوّل عدالت
## تنهان پوءِ حڪمت ۽ عفت شجاعت
## ٿِئي حڪمت مان واقف جيڪو برحق

---

۱ - حڪيمن جي قول موجب نفس ناطقه انسانيءَ کي ٻه قوتون آهن هڪڙي ادراڪ ۽ ٻي تحريڪ. انهن مان هر هڪ جا ٻه قسم آهن. ادراڪ قوت نظري سان ٻه ظاهر ٿو ٿئي ۽ قوت علمي سان ٻه ۽ تحريڪ قوت شهوي سان ٻه پيدا ٿي ٿئي ۽ قوت غضبي سان ٻه. انهن چئن مان جي هر هڪا وچولي يا اعتدال جي درجي ۾ هونديون ته انهيءَ کي چڱا اخلاق چئبا ۽ جي انهيءَ ۾ افراط يا تفريط هونديون يعني پوري حد کان زياده يا گهٽ هوندا ته خراب اخلاق پيدا ٿيندا - انهيءَ ڪري اخلاقن جا پوريان اصول چار آهن. قوت نظري پوريءَ اعتدال ۽ تهذيب ۾ هونديون ته انهيءَ کي عدالت چئبو ۽ قوت علمي جي اعتدال کي حڪمت چئبو ۽ قوت شهوي جي اعتدال کي عفت يا پرهيزگاري چئبو ۽ قوت غضبي جي اعتدال کي شجاعت يا بهادري چئبو - انهن جي افراط ۽ تفريط مان ورتي جي بد اخلاق نڪرن ٿا تنهن جو هيٺ بيان اچي ٿو - ته حڪمت مان افراط آهي ٻوڙائي ۽ تفريط آهي احمقائي يا ابلهي - عفت جون ابي ٻه خراب حدون آهن خمود ۽ شره يعني بيحد ٿڌائي ۽ لالچ. شجاعت جون ٻئي خراب حدون آهن هٺ ۽ ذليلائي ۽ انهن جا ٻه حد آهن بزدلي ۽ اجائي همت. باقي عدالت تنهن جو ضد آهي ظلم. انهيءَ جي ٻي حد ڪانهي جو عدالت جي معني آهي پورائي ۽ برابري ۽ سنوائي ۽ سچائي ۽ صراط المستقيم ۽ وچ وارو اعتدال جو رستو ٻه اهوئي آهي ۽ پل صراط ٻه اهائي آهي جا وار کان سنهي ۽ ترار کان تکي آهي ۽ جنهن جي هڪڙي پاسي بهشت ۽ ٻئي پاسي دوزخ آهي.

نہ ٿئي اُو پورڙو هرگز نہ احمق
پڄي عفت سان پڻ شهوت ٿئي ڄور
خمود ۽ شره ماڻهوءَ کان ٿين ڏور
شجاعت نيٺ ڏاري هٺ ۽ ذلت
هٽائي بزدلي، بي وجهہ همت
ڪئي عادت جنهين پنهنجي عدالت
ڇڏيو تنهن ظلم، سڌري تنهنجي حالت
چڱا اخلاق ٿيا وچم اُنهن جي
ٿيو افراط يا تفريط پاسي
وچون رستو صراط المستقيم آهہ
ٻنهي پاسن کان ٿيو جنهنجي جگهہ آهہ
ڏکو تلوار کان، باريڪ کان وار
نہ موتڙ جي، نہ بيهڻ جي ڪا آڌار
بيھن جا پڙ، عدالت جو ٿيو ڏنڊ
سي ٿيا ست، ڪرتنهي لئي جند ۽ جڏ
آهي هرڪ عدد ۾ ڪثرو اسرار
آدن هي ست، ٿيا دوزخ ۾ ست يار
ٻنيو جيڪن دوزخ آهي ظلم جي لاءِ

بهشت آهي هميشه عدل جي لاءِ

جزا ٿي عدل جي نيت نُور رَحمت

سَزا ٿي ظُلم جي اُونداهي لعنت

اندر ٻاهر جي خوبي اِعتدال آهه

عدالت ۾ عجب جسمي ڪمال آهه

بَدن ٿيو يَڪدفعي جڏهن صاف صافي

پوي حق[1] ڪان مَنجبس رُوح اضافي

مَنجبس اُن نُور ڪان ٿئي حسن پيدا

جنهين تي رُوح ٿئي عاشق ۽ شَيدا

نڪاح[2] معنوي ٿئي تنهه اَندر

بدن کي مِهر ڏئي نفسُ عالَم

ٿئي پيدا انهن مان پوءِ فَصاحت

۽ عِلم اخلاق ۽ نُطق ۽ ملاحت

حقيقي نور وحدت جو ٿئي زور

---

١ـ قرآن موجب و نفخت فيه مِن رُوحي. ٢ـ جڏهن صورت انساني ۾ حسن ظاهري ۽ باطني پيدا ٿيو تڏهن نفس جزا تر انهي تي عاشق ٿيو پوءِ انهن جي وچ معنوي نڪاح ٿيو جنهنم نفس ناطقه انساني عالم سارو هنکي مهر ڪابين ۾ ڏنو ۽ اوساري عالم جو مالڪ ٿيو- انهي نڪاح مان ورتي جو اولاد پيدا ٿيند و سو آهي فصاحت وغيره جي اٺي بيت ۾ ڏنل آهن.

وڃي عالم ۾ پنهنجي جڳ جو شور
پيغمبر ۽ ولي ۽ شاهہ درويش
سڀئي با جانِ دل اُنجي پون پيش
اثر تنهنجو جنهنجو اِي، سو حُسن ڇا آهہ
حُسن وارن جي مُنهن ۾ ڪا مٽيا آهہ؟
سوا[1] حق جي نہ تيندي دلربائي
اِهو تاثير آهي منجهہ خُدائي
حقيقي[2] عشق ٿيو حقُ حق ۾ ناظر
مجازي عشق، حقُ باطل ۾ ظاهر

## سوال ٻارهون

جُزو ڪيئن آهي ڪُلَ کان زياده
سو ڳولي لهجي ڪيئن، ڪر مونکي آگه

---

١- لامؤثر في الوجود الا الله. ٢- حق حقيقي يا وجود مطلق حق ۾ ظاهر ٿئي تہ ۽ باطل ۾ بہ - پر ۽ باطل حقيقي عدم آهي جو جوٽي آهي تہ كل شيءِ ما خلا الله باطل ۽ حق کانسواءِ ٻيو سڀ غير عدم آهي- هڪڙي صورت جمالي آهي يا حق حق ۾ ظاهر ٿيل ۽ ٻي صورت جلالي آهي يا حق باطل ۾ ظاهر ٿيل - هڪڙو حقيقي عشق ۽ ٻيو مجازي عشق-

# جواب

وجُود آهي جزو، موجود ٿيو ڪُل
هُو مُطلق، هي مُعيّن، تُون نہ ڪر ڀُل

آهي موجود ڪي ڪثرت بِرُوني
اُنهي ۾ ٿي رکيل وحدت دِرُوني

وجُودن آهي موجودات نِروار
جُزي وحدت جي ڪئي ڪثرت پديدار

جڏهن ڪُل[2] ٿيو گهڻو ظاهر ۾ سڀ وٿ
جُزي پنهنجي کان ٿيو مقدار ۾ گهٽ

مگر باطن ۾ ڪُل کي ناهي هستي
سو هستيءَ جي ڪري نِت زيردستي

---

۱- وجود مطلق جڏهن تعين يا تشخص سان آهي تڏهن انهيءَ کي موجود ٿو سڏجي ۽ موجودات ڪثرت آهي يعني ڪل ۽ موجودات جو هرهڪ ياگويا جزو، جو وجود جو جزو آهي، سو ڪل آهي - تنهنڪري ظاهري ڪري اهو ڪثرت وارو جزو يعني موجود سو اصل واري ڪل يا وجود مطلق ئي تعين کان گهٽو پيو ڏسجي.

۲- ڪل يعني موجودات، ظاهري ڪري بيشمار آهي ۽ سندس جزو جو وجود مطلق آهي تنهنڪان البت حقيقت ۾ گهٽ سمجهڻ گهرجي. رڳو ڏيکاءَ يا ظاهر ۾ گهٽو ٿو ڏسجي - انهيءَ کي ظاهري هستي آهي ليڪن باطن ۾ عدم آهي. انهنجي هستي وجود تي تعلق رهي ٿي يا انهيءَ جي زيردست آهي.

وجودُ اصلي ٿيو هُئي جمع واحد
اندر وحدت، پوءِ ڪثرت ٿي شاهد
عَرَضُ[1] ٿيو ڪُل، وجود اصلي ٿيو جوهر
۽ مُمڪن ٿي عَرَض فاني ٿيو يڪسر
ٿئي عالمُ سڄو دم دم ۾ معدوم
ولا يبقيٰ زمانين[2] آهي معلوم
سڄو جڳ ٿئي وري هردم ٿو پيدا
ڏي حشر[3] ۽ نشر ٿيو هردم ۽ هرجا
قيامت[4] آهي ڏي، جا چئجي صُغريٰ

---

١ـ وجود مطلق جوهر آهي ۽ ظاهري موجودات يا ممڪن يا ڪثرت عرض آهي ۽ ممڪن ۽ عرض حقيقت ڪري فاني ۽ عدم آهن، تنهنڪري جڏهن ته سڀ ممڪنات ۽ موجودات هر لحظي فاني آهي. ٢ـ حڪيمن جو قول آهي ته العرض لا يبقيٰ زمانين يعني عرض ٻه گهڙيون بقا نٿو ڪري، هر گهڙي عدم ۽ فاني آهي. ٣ـ حشر يعني جمع ٿيڻ جو تعينات يا سڀ عالم جي موجودات وحدت ڏي رجوع ٿي ڪري ۽ وري هر لحظي اُها وحدت يا حقيقت واحد ڪثرت ۾ ظاهر ٿي ٿئي ۽ پکڙيو پئي ۽ اهو ٿيو نشر يعني پکڙڻ جو جمع جو ضد آهي. ٤ـ حشر قيامت آهي ۽ قيامت ڪڙي ننڍي ۽ وڏي ـ ننڍي اها هر گهڙيءَ واري آهي ۽ وڏي طامة الڪبريٰ جا نيٺ اچڻي آهي ـ اُهو آهي يوم الدين يا يوم الجزا ۽ هي آهي يوم العمل. هي نشاة الاولي هو نشاة الثانيه ـ ڪڙي درجي بدرجي يا ٿورو ٿورو ٿيندڙ ۽ ٻي فقط هڪڙي دفعي ٿيندڙ، هڪڙي اجمالي ۽ ٻي تفصيلي، هڪڙي فاني ۽ ٻي ابدي ـ

ھُو ايندي اِڳتي، جا ھُدجي ٿي ڪُبري
ھِن ۽ ھُن ۾ تفاوت آھي ڏاڍو
عَمَل جو ڏينھن ھي، ھُو ٿيو جزا جو

## مثال

جي پائين سمجھين اِي مضمون ذاتي[1]
ته تو ۾ آھي پڻ مَوت ۽ حياتي
ڏسين تو جيڪي جڳ ۾ زير بالا
مِثال اُنجو توئي ۾ آھي پيدا
جِيان[2] ھڪ شخصُ ٿيو تو جان مُعين
تون جانِ اُنجي ۽ ھُو تنھنجو ٿيو تَن
ٿيا انسانَ[3] ۾ ٿي موت جا قِسم
ھڪ آھي ھر گھڙي منجھ ذات ۽ جسم
بيو[4] ٿيو موت اُنجو اختياري

---

١ــ جيئن حياتي حِسّي بہ آھي ۽ معنوي بہ آھي تيئن موت حسّي بہ آھي ۽ معنوي بہ آھي ــ يعني ظاھري ۽ باطني.
٢ــ جيئن ماڻھو کي بدن ۽ روح آھي تئن جھان بہ گويا ھڪڙو شخص يا بدن آھي جنھنجو روح آھي انسان ــ ٣ــ جيئن مٿي ڏيکاريو ويو تہ سڀ موجودات يا ممڪنات عالم جي ھر لحظ مري ٿي ۽ جئي ٿي. ٤ــ اختياري موت آھي پنھنجو نفس مارڻ يا توبہ ڪرڻ. قول آھي تہ الموت ھو التوبة ۽ اضطراري موت آھي روح جو بدن کان ڌار ٿيڻ.

۽ ٿيو انهيءَ مرڻ ٿيو اضطراري
جڏهن موت ۽ حياتي ٿيا مقابل
حياتيءَ تي ٿيون آدم کي حاصل
نه هن عالم[1] کي ٿيو موت اختياري
اِها ٿي خاصيت انسان واري
مگر هر لحظي ٿئي ٿو اُو مُبدَّل
مري ٿو پوءِ جئي ٿو آخر اوّل[2]
ٿئي محشر ۾ جيڪي نيست پيدا
ٿئي ٿو نزع[3] ۾ تو مان ڏُويدا
بدن تُنهنجو زمين، سِر آسمان آهه
۽ تارا سڀ حواس[4] آهن ۽ جان آهه
ڏڌا تُنهنجا جبل، اوپر ٿيا وار
عناصر سڀ ٿيا تو ۾ نمودار

---

ا— يعني عالم بہ موت ۽ حياتيءَ جي نسبت ۾ انسان سان مشابہ آهي مگر هي تفاوت آهي تہ اختياري موت يا توبہ عالم کي ڪونهي خاص انسان جي لاءِ آهي، جنهنڪري معرفت بہ حاصل انهيءَ کي ٿي ٿئي. ٢— جيئن بدرن عدم ۾ هو بوءِ هست ٿيو تيئن ذري ذري ڀو ٿئي. ٣— يعني مرڻ يا بدن کان روح جي جدا ٿيڻ وقت. ٤— حواس تارن واگي آهن ۽ جان سج وانگي آهي.

رهي تو جيڪي ڊِٺ قُوّت ۾ مخفي
سو ڏُٺ ظاهر ٿئي منجهہ فعل نڪري
ڪرين تو جن ڪمن جي ڏِٺ توں عادت
اثر تنهجو ڪري تو ۾ سرايت
اُهي افعالَ ۽ احوالَ تُنهنجا
سڀئي ظاهر حشر جي ڏينهن ٿيندا
جڏهن ڦاٽي وڃي پردو سندو تن
ٿين عَيب ۽ هُنَر سڀ تُنهنجا روشن
عملَ ۽ خُلق نڪري ڪن نمايت
پڙهہ تُبلي السرائر جي توں آيت

---

١- هتي جاڪر وري هنن ڪري ماڻهوءَ ۾ اثر پيدا ڪن ٿا ۽ انهيءَ ڪري انهي ۾ اخلاق پيدا ٿين ٿا جي من جهان ٿائين مان ٿا- جيڪا نفساني ڪيفيت جلدگم ٿي وڃي ٿي انهي کي حال يا احوال چئبو آهي ۽ جيڪا جلد گم نہ ٿي ٿئي انهي کي خُلق ۽ خوي يا اخلاق سڏبو آهي. ٢- جڏهن جسم يا تعين جو ظاهري پردو گم ٿي وڃي تو تڏهن باطن يا اخلاق پڌرا ٿيندا. ٣- سڀ اندر جا ڳجهہ ۽ اسرارقيامت جي ڏينهن نڪري نروار ٿيندا- هي قران جي آيت آهي- يوم تبلي السرائر فماله من قوّت و لا ناصر.

مناسب[١] جسم سان سي ٿين نِروار
ٿين[٢] ڪي نور منجهي، ڪي ٿين ڏار
نہ رهندو موت جسميءَ جو ڪو نِشان
هئي يڪرنگ ٿيندا جسم ۽ جان
ٿين دل وانگي عُضوا تنهنجا سڀ پاڪ
ڪثافت ۽ ڪدورت سڀ ڇڏي خاڪ
ٿئي پڙ نُور حق جو تو ۾ نِروار
ڪرين اُت حق تعاليٰ جو تُون ديدار
سقيهم[٣] ربهم ڏيکاري مستي
طهورا آهي ميٽڙ پنهنجي هستي
عجب شربت، عجب لذت، عجب ذوق
عجب دولت، عجب حيرت، عجب شوق

---

١ـ سڀ اخلاق جي اگهي باطن ۾ هئا سي انهي ڏينهن مناسب جسم وٺي ظاهر ٿيندا ۽ فعل ۾ ايندا. ٢ـ دارالاخرت دارالحيواة آهي تنهنڪري روح ۽ بدن هڪجهڙا هوندا ـ جي ڪو جسم هوندو تہ اهو بہ روحاني ۽ لطيف ۽ صاف هوندو نہ بدن وانگي ڪثيف ۽ ڪدورت وارو. ٣ـ آيت آهي وسقيهم ربهم شرابا طهورا ـ انهي پاڪ شراب جي نشي سان هستي ۽ تعين جي لذت کان صاف ۽ پاڪ ٿيندين ـ فعل توڙي صفات ۽ ذات جي ڪا بہ غلاظت ڪا نہ رهندي ـ باطل کان فاني ۽ حق سان باقي ٿيندين.

بهشت ۽ حور ۽ مان اُت دل نہ ڏا پي
اُنهي خلوت ۾ حق ري ڪين ماپي
اها هستي ۽ حيرت پڻ فنا ٿئي
خبر ناهي تہ اُنکان پوءِ ڇا ٿئي

## سوال ٻارهون

قديم[1] ۽ مُحدِث آهي جڏهن جدا ٿيو
تڏهن ڪيئن ڪثرو عالم ٻيو خدا ٿيو؟

## جواب

حقيقت[2] ۾ نہ ٻي هُن کان جدا آهہ
فقط هنکي سدا هنمان بقا آهہ
قديم ۽ واجب ۽ باقي ٿيو حق
ٿيو ممڪن ۽ محدث نيست مطلق
سوا حق جي ٻيو ڪي ناهي موجود

---

١ـ قديم اُهو آهي جنهنکان اڳي ٻيو ڪي نہ ڪين هجي جنهن کان اڳي ڪي هجي ۽ هو پوءِ پيدا ٿئي اُهو آهي محدث. جڏهن قديم يعني حق يا وحدت محدث يعني عالم يا ڪثرت جدا يا ٻہ ڪين ڇئبا تڏهن حقيقت ڪري محدث رڳو قديم جي تجلي جو مظهر آهي. ٻئي هڪڙوئي آهي تميز يا تفاوت ڪو نہ ٿيو

٢ـ قديم يا وجود مطلق يا واجب الوجود جو هميشہ باقي آهي سو محدثات ۽ ممڪنات جي صورت ۾ ظاهر ٿو ٿئي، جو عدم يا فاني آهي رڳو هنجي ڪري بقا ۽ هستي اٿس.

قصو سڀ مَاسوَي اللهُ جو ٿيو بيسود
عدم[١] هو ڪڙو، دسيءِ وانگي اصلا
هي ڪَثرت ٿي سيئي نِسبت کان پيدا
وجود آهي اصل سڀ شئي جو واحد
۽ وحدانيت آهي حق جي شاهد

## سوال تيرهون

حقيقي ڇا هي معنيٰ، عشق جو حال[٢]
اکيون، مُنهن، چپ ۽ زلف ۽ خطّ ۽ خال؟

## جواب

هي سڀڪا شئي جا عالم ۾ عيان آهه
سا حق جو عڪس[٣] پاڙون مَن جيان آهه
هي جٿي تيو خالَ ۽ خط جي مثال آهه

---

١- يعني جئن وجود اصلا واحد آهي تئن عدم به واحد آهي. هنڌي ۾ ڪثرت ۽ تعداد اصل ڪو نه هو، اهو رڳو نسبت يا ذات جي تعينات جي ڪري ٿيو آهي. ٢- يعني عشق حقيقي ڇا کي چون ۽ مجازي ڇا کي ۽ ظاهري مجازي عشق جا اشارا ۽ عبادت جي حقيقي معنيٰ ڪهڙي آهي. ٣- حق جڻ ته سج آهي ۽ عالم انهيءَ جي نور جو عڪس آهي يعني الٰهي ذات صفات ۽ اسما جو- جي هن جهان جا آهن ته هن جهان جا- خط آهي محبوب جي ڪاڏيءَ جي ريح ۽ خال آهي تر- اهي ۽ اهڙيون شيون سڀ ظاهري خوبصورتيءَ جون نشانيون آهن.

تجلّي ڪڏهن جمال ۽ ڪڏهن جلال آهـ
صفاتون[1] حق جون آهن لُطف ۽ قهر
ڏين محبوب مُنهن مان قند ۽ زهر
مجازي[2] ۽ حقيقي لفظ معنيٰ
مطابق ٿيا اچي دُنيا ۽ عُقبيٰ
نہ سمجهين جيسين تُون تنهجي حقيقت[3]
اِنهن گُفتن جي توکي ناهي رُخصت
فنا ۽ سُڪر جيسين ٿيو نہ ظاهر
نہ ٿي تقليد سان تُون پاڻ ڪافر
شريعت[4] پوءِ طريقت پوءِ حقيقت

---

١ـ محبوبن ۾ هميشہ اهي ٻہ صفتون رهنديون آهن مهرباني ٻہ ۽ ظلم ٻہ ۽ مٺاڻ ٻہ ڪڙاڻ ٻہ. ٢ـ لفظ مجازي يا ظاهري شيءِ آهي ۽ معنيٰ حقيقي يا باطني شيءِ آهي. انهيءَ ساڳي مشابهت دنيا ۽ عقبيٰ جي آهي. ٣ـ يعني جيسين سالڪ جو عقل قائم آهي يا جيسين حقيقت جو ڪشف نہ ٿيو اٿس تيسين ظاهري شريعت تي قائم رهي ۽ ظاهري لفظن ۽ عبارتن تي هلي، شرع جي مخالف معنائون نہ ڪيئي نہ تہ ڪافر ٿيندو ـ اهڙي معنيٰ ڪيڻ جي تڏهن اجازت آهي جڏهن بيخود يا سڪر جي حالت ۾ هجي ۽ فنا في الله ٿئي يا انهن جي خيال ۾ محو هجي ۽ پيو ڪو ٻہ سماءُ ڪو نہ پئيس. ٤ـ بزرگن جو قول آهي تہ طريقت شريعت جو مٿو آهي ۽ حقيقت وري طريقت جو مٿو آهي. شريعت کان سواءِ طريقت وسوسو آهي ۽ طريقت کان سواءِ حقيقت زندق ۽ ڪفر آهي.

سوا انجي تُون ڪڍندين جڳ جي لعنت

ٻُڌ ج تُون هاڻ[1] الفاظ ۽ معاني

منجهان تشبيھ سِڪُر تنزيھ جاني

ٿي اکر محبوب جي بيمار ۽ مست

۽ ڇپ ڳاڙهه اُنهيجا نيست منجھ دست

ٿيا عاشقَ اکين کان مست مخمورُ

ڇپن کان ٿيا اُنهنجا رُوحَ[2] مستُور

اکين کان ٿيون دليُون غم ۾ گرفتار

ڇپن کان ٿي شفا تِنکيءَ جي بيمار

اکيُون ليکين پِڻ ٿيون کين عالم

مگر لبَ تنهنجا ڪن ٿا لطُف هردم

اکين کان رتُ عُشاقن جو ٿيو منجھ جوش

ڇپن کان جانِ تنجي آهي مدهوش

اکيون غمزن سان ٿيوُن دلڙيون لُٽي نين

---

١ـ هڪڙي رستي سان اهي لفظ ۽ معنائون تشبيھ ٿيون ڏيکارين ۽ ٻئي رستي سان حق انهن تشبيهن کان پاڪ آهي. حقيقت ڪري تشبيھ ۽ تنزيھ ٻئي امر اعتباري آهن. تعاليٰ الله عن الاشباھ والاضداد والامثال والانداد. ٢ـ يعني عزت جي حجاب ۾ اڪل ۽ خودنمائي ۽ ٻين نقصان وارن صفتن کان آزاد.

چُمِيُن سان چَپ سَدا ڦَٽڙا ڇُٽائين

حقيقت زُلف جي ڏُور ۽ دراز آهه

ڪبو جا ذڪر، جو سڀ رمز راز آهه

وِڏا زنجير عُشاقن کي محبوب

ٿيا جي قيد ڪثرت جيهر مجذُوب[١]

سَڻُوان ٿيو قَدُ، ڏِنگا ٿيا زُلف اُنجا

تعين ۾ ٿيو ضد آدي بَرجا[٢]

ڇِڏي جي زُلف پنهنجا منهنجو دلبر[٣]

نه عالم ۾ رهي ڪو ڪڙو ڪافر

۽ جي دائم ڪري او تنکي ساڪِن[٤]

ته جگ ۾ پڻ رهي ڪڙو نه مومن

---

١ـ يعني مجنون ۽ ديوانا. ٢ـ يعني اصل محبوب جو قد سڌون آدي ليڪن انهيکي گهنڊيدار ۽ ڏنگن وارن ڍڪي ڇڏيو آهي يا ظاهر ۾ اصل وارا ذاتي اسماء ۽ صفات سڌوان ۽ وحدت وارا آهن تنکي تعين ۽ ضد زلفن جي گهنڊائي ۽ ڪارنهن ۽ ڏگهائي جي ڪثرت ڍڪي ڇڏيو آهي. ٣ـ جلالي ۽ جمالي تعينات جو پردو پاسي ڪري ته تعين ۾ اڪل ماڻهو سڀ ظاهر تي پون ۽ سڀ توحيد جا قائل ٿين، ڪڙو به مشرڪ يا ڪافر يا منڪر ڪو نه رهي. ٤ـ ۽ جي تعينات جي ڪارا ڻ هميشه رهڻ ڏئي ته ڪثرت جو حجاب وحدت تان مور نه کڄي ۽ ڪڙو شخص به توحيد جو قائل يا مومن پيدا نه ٿئي.

مگر زلفنکي [1] اُنجي ناهي آرام
ڪڏهن تا صُبح آڻن ۽ ڪَڏِهن شام
رُخ ۽ زلفن مان ڪيئي روز شب ٿيا
مخالف رنگ ڪَثرت جا عجب ٿيا

آهي رُخ مظهر لُطف اِلٰهي
۽ خطُ آهي خُدا جي ميڪرائي
آهي خط سبزو رُوحاني ۽ ذاتي
تو سڌ جي [2] چشمه آبِ حياتي
ڍڪي اُنکي سَدا زلفن جي ظُلمات [3]
خِضر گولي لهي ڪثرت ۾ هڪ ذات
سندس رُخسار ٿيا سبع [4] آلمثاني

---

١- صبح يا ڏينهن آهي نور وحدت جو ۽ شام يا رات آهي ڪثرت ۽ تغير ۽ تبديل ۽ تعين. ٢- عالم ارواح جو اشارو قرآن جي آيت آهي ته ان الدار الاخرة لهي الحيوان. ٣- جيئن ظلمات ۾ آبحيات جو چشمو لڪل آهي تئن ڪثرت ۾ وحدت لڪل آهي ۽ تيئن زلفن ۾ منهن جو خط يا ڳان جي ساوڪ لڪل آهي. ٤- قرآن جي پهرين سورة فاتحه، جنهنمان ساري قرآن جو مضمون مختصر طرح انهن ستن آيتن ۾ اچي وڃي ٿو- ۽ ست ذاتي صفتون جي آهن انهن ڏي به اشارو آهي يعني حيات، علم، قدرت، ارادات، سمع ۽ بصر ۽ ڪلام.

ليڪ هر حرف ۾ بحر معاني

ٿيا سڀ حرف، اُن رخسار جا وار[1]
لِکاٽ ڏيکن اُنهيءَ جي علم اسرار

۽ رخ تي خال جو ڏسجي جو نقطو[2]
سو مرڪز آهي ذاتي دائري جو

ڏسڻ ۾ گرچ آهي هيچ در هيچ
وَڪوڙي هر دو جڳ کي پيچ در پيچ

هُويت[3] جو آهي سو غيبُ مخفي
مُنجهي مو کي ٿئي دِل رت ۾ ڦٽڪي

اچي[4] وحدت ۾ ڪٿ هين ڪِين ڪثرت

---

١ـ هر ٽڪي هيٺ هزارين بحر علم ۽ معرفت جا لڪل آهن ۽ اوليا انهي بحر جا ٽوبا آهن. ٢ـ خال يا ترمان مراد آهي وحدت حقيقي جي، جو ڪثرت جي دائري جو مرڪز آهي. ۽ جو ڏسڻ ۾ تمام ننڍو آهي ليڪن ساري موجودات انهي ۾ سمايل آهي جيئن ٻج ۾ وڏو درخت. ٣ـ محبوب جي خال مان مراد آهي هويت جي غيب يا اطلاق جي مرتبي جي، جنهن جي ذاتي وحدت جي اسرار سمجهڻ جي دل کي طاقت ناهي ۽ جنهنڪري هوءِ حيران ۽ پريشان رهي ٿي ۽ خون ٿيڻ کان سواءِ ٻيو چارو ڪونه اٿس.
٤ـ يعني وحدت حقيقي ۾ دوئيءَ جي اصل جاءِ ڪانهي. ٻه نقطا آهن هڪڙو خال جو ٻيو دل جو، انهن مان هڪڙو ضرور اصل هوندو ۽ ٻيو انهيءَ جو نقط عڪس هوندو، پر اصل ۾ انهي مند ڪٿ هن رهي نه سگهندا.

هر نُقطا کِيئن تَهن منجهه ڏکڙي وحدت
اسانجي دِلِ، ۽ خالُ اُنجو، هر نقطا
دي منجهو عڪس ٿيو، هُو هِنجو ٿيو يا
دِل[1] اُنجي مُنهن ۾، يا هُو آهي منجهه دل
آهي هِڪ رازُ اِيُ، سمجهڻ ٿيو مُشڪل
جي اِيئن آهي ته ڇو ٿيو دل جو هي حال
ڪڏهن خوش آهي ڪڏهين غم ۾ پامال
ڪڏهين[2] مسجد ٿئي، ڪڏهن ڪنشت آهه
ڪڏهن دوزخ ٿئي، ڪڏهين بهشت آهه

## سوال چوڏهون

شراب ۽ شمع شاهد ۽ خرابات
انهنجا ڪهڙا مطلبَ ۽ اِشارات؟

---

١ـ محبوب جي منهن ۾ جو خال ڏسجي ٿو سو شايد عاشق جي دل جو نقطو آهي منهن اصل ذات آهي. ۽ دل، جا خال وانگي آهي، سا انهيءَجو عڪس آهي- يا ته وري انجو منهن جنهن ۾ احديت جمع ٿيل آهي سا عاشق جي دل ۾ نقطي وانگي رهي ٿي - اهو ڳجهه سمجهڻ مشڪل آهي. ٢ـ ڪنشت آهي مڙهي ترسائن جي ۽ موسي جو مقام آهي ۽ مسجد محمدي مرتبو آهي - بهشت صفات روحاني ۽ وحدت آهي ۽ دوزخ صفات نفساني ۽ ڪثرت.

# جواب

شراب آهي، ڪري جو ذوق پيدا[1]
شمع جي معرفت جو نُور معنيٰ
شرابُ آهي زُجاج[2]، شمع مِصباح
۽ شاهد آهي روشن نُور آرواح
تون پيءِ مَي[3] بيخوديءَ جي حق جي صدقي
تہ قطرو اُنکان قُلزم ٿائين پهچي
ٿئي پڻ عقل ڪُل[4] مدهوش حيران
اُنيکان نَفس ڪُل ٿئي زير فرمان
سڄو عالم آهي مَيخانو اُنجو

---

١- شراب جي معنيٰ آهي ذوق، جو محبوب جي جلوي ڏسڻ کان سالڪ جي دل ۾ پيدا ٿئي ۽ انهي کي مست ڪري ۽ شمع جي معنيٰ آهي معرفت جو نور جو عارف جي دل ۾ ظاهر ٿئي ۽ شاهد يا محبوب آهي حق. ٢- زجاج جي معني شيشو يا شمعدان ۽ مصباح آهي ڏيو يا شمع - هتي شراب، جو شمعدان وانگي جيل آهي سو آهي ظاهري صورتون يا تعينات ۽ شمع يا ڏيو نور جي تجلي آهي جا شيشي يا شمعدان ۾ يا تعينات ۾ ٿي ڏسجي - پهرين کي تجلي افعالي يا تانيس ۽ ٻئي کي تجلي نوري چوندا آهن. ٣- يعني شراب فنا جو، جو تجلي ذاتي سان هميشہ لاڳو آهي سو پيءُ تہ مجازي هستي وڃائي وڃي حقيقت مطلق يا حق سان واصل ٿين - ٤- عقل ڪل يعني مخلوقات ۽ نفس ڪل انهيءَ جي ارادي جي هٿيان آهن يا انهيءَ جي تابع آهن ۽ مست آهن.

ذرو ذرو آهي پيمانو اُنجو
عَقُل مست ۽ ملائڪ مست جانُ مَست
هَوا مست ۽ زمين مست آسمان مست
سڄو عالم ٿيو سرگشتو دائم
ٿيو پنهنجي نَسل کان برگشتو دائم
اُنهيءَ بُوءِ کان ٿيو هڪڙو عاقِل[1]
پيو ٿيو رنگ صاف اُنجي کان نائِل
ٿيو آڏ ڏُک پيڻ مان هڪڙو صادِق
پيو هڪڙو صُراحيءَ مان ٿيو عاشِق
ٿيون[2] اهڙو جو پيو ويو سڀيءَ وِکوار
مَٽ ۽ ميخانو ۽ ساقي ۽ مَيخوار
آجا[3] پڻ واتُ اُنجو ٿيو کُشادو
عجب هي رِندُ، دَريا دِل ۽ سادو
سڄي[4] هَستي آندرِ کيائين نگونسار
ٿيو فارِغ کَنا اِقرار اِنڪار

---

ا- هڪڙو عقل جي هدايت تي هلڻ لڳو ۽ پيو حق جي راه نقلي دليلن ۽ تقليد تي هلڻ لڳو. ٢- تجلي ذاتي جي شراب مان مست ٿيو. ٣- هل من مزيد، يعني اجا ٻه ڪي هجي ته آڻ. ٤- يعني گڏهي ويو يا پي ويو.

ڇڏي سڀ زُهد خُشڪ ۽ خُود نُمائي
وڃي پيرِ مُغان جو ٿيو فِدائي
خراباتي[1] ٿيڻ، ٿي خودَ رهائي
خُودي ڪُفر آهه، گرچه پارسائي
آهي[2] وحدت وِجودي پڻ خرابات
جو اَلتَّوحِيدُ اِسقَاطُ الاِضَافَات
خرابات آهي عاَلم بي مثالي[3]
خراباتي رهن نت لاَاُبالي
خرابات آهي منزلَ آسماني
خرابات آستانو لامَڪاني
خرابات آهي بي حد ۽ نهايت
نه ڪو آغازُ اُنجو ۽ نه غايت
خراباتي ٿيو بي پا ۽ بي سر
نه مومن ڄاڻجي اُو ۽ نه ڪافر

---

١- خرابات آهي شرابخانو ۽ خراباتي اهو جيڪو اتي گذاري.
٢- خرابات جي معنئا آهي وحدت وجودي، ۽ توحيد جو مطلب آهي حق کان سواءِ غيرسان وجود جي صورت لاڳو نه ڪرڻ.
٣- وحدت جو مقام، جو مثالي ۽ خيالي صورت کان پاڪ آهي- لاابالي جي معنئا بي پروا ۽ بي ڊپو.

ٿي بيخود، خير ۽ شر ترڪ ڪيئين تام[1]
ڇڏيئين سڀ جام عزت ننگ ۽ نام
مصلو ۽ عصا، تسبيح سڀ ڪجهه
ڏئي ۽ رتئين شراب، ايءَ سمجهي ڪوڄجهه
سماع جي وجد ۾ آڇلي ڇڏيئين دلق
مجرد ٿيو ڇڏي سڀ خلق ۽ خلق
رکي صحبت ۾ پنهنجي رند ميخوار
ٿيو پيري مريديءَ کان اُو بيزار[2]

## سوال پندرهون

بت[3] ۽ زنار ترسائي آهن ڇا ؟
سڀئي ڪفر آهن، يا شيءِ آهي بي ڪا ؟

---

١- تام يعني تمام يا سڀ. ٢- هي مقام استغراق جو آهي ۽ نيستي جي شراب کان مست ٿيڻ جو. ٣- بت يعني بت يا مورت يا محبوب ۽ زنار يعني جڻيو جو ترسا يا آتش پرست ٻڌندا آهن ۽ ترسائي يعني ترسائن جو مذهب يا طريقو.

# جواب

بُت آهي عشق جو مظهر ۽ وحدت

پڏڻ زنّار آهي عقد خدمت

ٿيو ڪفر ۽ دين قائم ساط هستي

تڏهن توحيد ٿي نج بُت پرستي

شيون آهن سيئي هستيءَ جا مظهر

آهي بُت پڻ اُنهن مان ڪڙو آخر

تڏهن ويچار ڪر اي مرد عاقل

ته هستيءَ جي ڪري بُت ناهي باطل

خداتعاليٰ آهي خالق اُنهي جو

چڱي جيڪي بنايو سو چڱو ٿيو

وجود آهي جتي، اُت محض خير آهه

---

١- جيڪا هر شيءِ عشق جي مظهر آهي يا جنهن مان حق معلوم ٿي سگهي ٿو، يعني سڀ موجودات جا ذرا بت آهن ۽ زنار پڌڻ جي معنائي آهي محبوب جي بندگي يا فرمانبرداريءَ جي ڪمر ٻڌڻ- انهي معنائي سان جڏهن سيڪا شي حق جو مظهر آهي تڏهن بت پرست يا ڪافر به حق جا هو جيندڙ ڄمّيا- قرآن ۾ آهي ته و قضائي ربڪ الا تعبدو الا اياه. ٢- قران ۾ آهي ته يتفڪرون في خلق السموات والارض. ٣- حڪيمن ۽ عالمن جو قول آهي ته وجود خير محض آهي ۽ وجود ۾ جيڪو شر ظاهر ٿو ٿئي سو عدم کان آهي.

جي شَر ثيو اُنہ، فاعِل اُنجو غَير آهہ[1]

جي جاڻن مسلمان اِيءُ بُت جي مستي

تہ ڪَرن هُو دين پنهنجو بُت پرستي

جي مُشرڪ[2] بُتَ منجهان آگاهہ ٿئي ها

تہ ڪِيئن اُو دين ۾ گمراهہ ٿئي ها

ڏٺي اُنَ بُت ۾ فقط خَلق ظاهر

انهيڪاڻ ثيو منجهہ شرع ڪافر

جي ڏسندين تون نہ اُنہ حقّ پنهان

نَہ سَڏبين شرع ۾ تُون پڻ مسلمان

حقيقي ڪُفر ثيو جنهنکي پديدار

مجازي دِين کان سو ٿِيندو بيزار

---

١ـ بت هستي مطلق جو مظهر آهي تنهنڪري حقيقت ڪري حق آهي. بت تنهنڪري بت پرستي حق پرستي ٿي. ٢ـ مشرڪ يا بت پرست بہ جي اها سمجهہ رکي بت پرستي ڪري تہ ڪافر نہ ٿئي خدا پرست يا موحد جاڻجي - پر بت کي ظاهري بت يا مخلوق يا هٿ جي جڙيل شي جاڻي انهي جي پوجا ڪري ٿو تڏهن ڪافر سڏجي ٿو - يعني ظاهري صورت ڏسڻ نگهہ جي باطني حقيقت تي نظر ڪرڻ گهرجي. مڪڙو ثيو مجازي دين ۽ ٻيو ثيو حقيقي ڪفر- جيڪي ظاهري ڪفر آهي سو حقيقت ڪري عين اسلام آهي.

آهي هر بُت اندر ڪِ جانِ پنهان
آهي نِت ڪُفر ۾ ايمان پنهان
آهي نِت ڪُفرُ منجهه تسبيح حق جي
وَاِنْ مِنْ شَيءٍ[2] شاهد آهي اُن تي
تُون هڪڙو ڇؤ ۽ هڪڙو ڏس ۽ هڪ ڄاڻ
اِدو ايمانَ جو ٿيو اصلُ اُهڃاڻ
برابر خلقِ سڀ تي حسب قُرآن
اِتي پڙهه مَاتريٰ[3] فِي خَلْقِ رَحْمان
آهي زنّار ٻانهپ دَست بندي
خُدا ئي حُڪم ٿيو اُوفُوا[4] بِعهدِي
اِنهي ڪم لاءِ آخر توکي خلقيؤن

---

١ـ يعني سڀڪنهن تعين يا ظاهري صورت ۾ حقيقي روح يا معني لڪل آهي ۽ هر هڪ ڪفر هيٺ ايمان لڪل آهي. سڀ ڪنهن جلال هيٺ جمال لڪل آهي. ٢ـ قرآن ۾ آهي ته ان من شي الا يسبح بحمده، يعني اهڙي شي ئي ڪانهي جا خدا جي تسبيح ۽ تحميد ۾ مشغول نه آهي. ٣ ماتريٰ في خلق الرحمان من تفاوت، يعني خدا جي خلقت ۾ ڪو به تفاوت ڪونهي - ذاتي فيض ۾ سڀ مخلوقات هڪجهڙي ياڻيوار آهي. ٤ـ آيت آهي ته اوفو بعهدي اوف بعهد ڪم يعني اوهين منهنجي عهد تي وفا ڪريو يا عبوديت جو حق بجا آڻيو ته آءٌ اوهانجي عهد تي وفا ڪريان.

امانت[١] خاص پڻ توکي ٿي سو نپيڻون

آهي ٻيُ عِلمُ ۽ ماڻ آهي اعمال[٢]

نتيجو تنهان پُٽ جاڀي تو احوال

عبادت[٣] عِلم ناهي لَءِ ڪرامات

ڪرامات آهي مَڪر ۽ ڪِبرُ ٽامات

ڪري ابليس[٤] ملعون پڻ ڪرامت

هزارين تو ڪري اُو خَرق عادت

ڪرامات آهي اصلي خُود نمائي

ڪري فرعون جڻ دَعوا خُدائي

جنهين جي آهي حق سان آشنائي

ٿئي هرگز نہ اُنکان خُود نمائي

---

١- انهي امانت بابت مٿي بہ اشارو آيو آهي. ٢- علم آهي ٻج وانگي ۽ علم آهي ماڻو وانگي. انهمان نتيجو نڪري ٿو حال يا احوال يا ڪشف ۽ ڪرامات. ٣- عبادت ۽ علم انهيلاءِ ناهن تہ ماڻهو ڪرامت حاصل ڪري. انساني مرتبي جو ڪمال آهي فنا ۽ نيستيءَ ۾. ڪرامت رڳو مڪر ۽ هٺ ۽ خود نمائي ۽ خود پسندي آهي. فقر ۽ سلوڪ جي لاءِ ڪرامت جو ضرور ئي ڪونهي. انهي ڪري سالڪ مغرور ٿو ٿئي ۽ حق جي بي ادبي ٿي ٿئي. ٤- ائين تہ شيطان بہ عادت جي برخلاف ڪرامتون جهڙا ڪم ڪريٿو ۽ انسان کي هزارين طرح گمراہ ڪريٿو. انهيطرح سالڪ بہ شيطان ٿي سگهي ٿو يا فرعون وانگي خدائي جي دعوا ڪري سگهي ٿو.

اِنهيلڻي[1] مُنهن رکين منجهه خَلق ٿو توُن

۽ ويهين عام سان منجهه ڏاڙ ٿو توُن

ڪنديون جي ايڇن تہ ٿيندين مَسخ ۽ فَسخ[2]

بتر اُنکان توُن ٿيندين نَسخ ۽ رسخ

ادا نا اهل جي صحبت کان ٿي ڏُور

عبادت چاهين، ٿي عادت کان مَهجُور

نہ گڏجن[3] مُور عادت ۽ عبادت

---

١- فقيراڻي گوڏڙي ڍڪي ڪرامتون ڪرڻ رکو خلق ڏيکاري آهي، اُنهي لاءِ تہ ماڻهو جيئن تہ هي ڪو وڏو ڪرامت ۽ ڪشف وارو درويش يا اوليا آهي. اهو بہ هٺ ۽ وڏائي ۽ مڪر ۽ ريا ۽ خودنمائي آهي. تنهنڪري عام خلق جي صحبت ۽ نزديڪي کان بري لاءِ ترڪري نہ پوين. ٢- تناسخ جا چار قسم آهن نسخ جي معنيٰ آهي روح مڪڙي انسان جي بدن مان نڪري ٻئي انسان جي بدن ۾ وڃڻ، مسخ آهي انسان جو روح سندس بدن مان نڪري ٻئي مناسب جانور جي بدن ۾ وڃڻ؛ رسخ آهي انساني روح جو معدني يا نباتي صورت ۾ وڃڻ يا رسوخ ڪرڻ؛ فسخ جو مطلب آهي تہ روح جمادي نباتي حيواني ۽ انساني دورو پورو ڪري وري ٻيو اهڙو ساڳيو دورو شروع ڪري ٿو. ٣- عادت آهي رسمي هلت جا خيال ۽ دلي ڪشش کان سواءِ ڪَل وانگي ٿئي ڪاجي. انهي طرح جي عبادت رڳو نالي جي آهي. عبادت اُها جا عادتي يا رسمي نہ هجي پر فڪر ۽ خيال ۽ دل جي شوق ۽ حاضري کان ڪاجي.

عبادت جي ڪرين ڪر ترڪ عادت
آهي معنىٰ[1] ترسائيءَ جي تجريد
خلاصي آهي اُوءَ کان قيد تقليد
اِها تي اصل رُوح الله جي ڪار
جو رُوح القُدس کون ڏيت تيو پديدار
آهي تو هر بر[2] اُن الله جي جانِ
جا روحُ القُدس جو پڻ آهي نيشان
خلاصي[3] پائين جي، کان نفس ناسُوت

---

١ـ هاڻي وري ترسائيءَ جي سمجهاڻي ٿو ڏئي تہ اُها تقليد يا رسم ۽ عادت ۽ دنيا جي علائقن کان آزاد ٿيڻ آهي، خواهہ دنيوي خواہ طبعي، يعني تجريد ۽ تفريد يا مجرد ۽ فرد رهڻ، جئن حضرت عيسيٰ ڪيو جو ترسائن جو نبي آهي، جو روح الله آهي ۽ جو روح القدس کان دنيا ۾ پيدا ٿيو ۽ جو مٿن کي جياريندو هو ۽ انڌن ۽ ڪوڙهن کي چڱو ڀلو ڪندو هو. ٢ـ آيت ونفخت فيہ من روحي جي حڪم موجب تو ۾ بہ الله جو روح آهي ۽ تون بہ عيسيٰ عليہ السلام جهڙو ٿي سگهين ٿو. روح القدس يا جبرئيل علہ جي مثالي صورت آهي. ٣ـ ناسوت آهن بشريت يا انسانيت ۽ لاهوت آهي حقيقت وحدت جي. نفس ناسوتيءَ جو واسطو حيواني روح سان آهي يعني صفات نفساني ۽ طبيعي سان. جي انهي نفس کان تون آزاد ٿئين تہ لاهوت يا حي لاهوت جي مرتبي کي پهچين.

کِجھڙين تون منجھہ جناب قُدس لاھُوت
مُجرّد کي شَرف ٿيو پڻ مَلَڪ تي
چڙھي عِيسيٰ جان اُوچو ٿين فلَڪ تي
پڻي تو ٻارُ جيسين کِير ۽ قَند
رڌي تو ماءُ وِٽ پينگھي ۾ آو بند
ٿِئي بالغ جڏھن، سنبري سَفر تي
گُھمي پيءُ ساڻ گڏ بَر ۽ بَحر تي
عناصر ماءُ تنھنجي اُم سفلي[٢]
۽ پيءُ آفاڪ ٿيا آباءِ علوي
[٣]چيو انالاءِ آسري وقت عِيسيٰ
ته آءٌ پيءُ ڏي وڃانٿو سوءِ بالا
ادا ڏون پڻ اُٿي ھَلُ پنھنجي پيءُ ڏي

---

١- ھي مثال تو ڏجي ته ڪئن نفس ناطقہ انساني اعلىٰ مرتبي کي درجي بہ درجي رسي سگھي ٿو. کير پياڪ ٻار جڻ ته نفس ناسوتي ۾ بند آھي، جڏھن اُنھي کان آزاد ٿئي ٿو تڏھن مولىٰ جو ملڪ ڏسي ٿو ۽ معنوي سفر ڪري ٿو. ٢- جئن عنصرن کي امھات سفلي چوندا آھن ۽ آسمانن يا سيارن کي آباءِ علوي چوندا آھن. انھي جوڙي مان انسان پيدا ٿيو. ٣- نقل ۾ آھي ته حضرت عيسىٰ چيو ته اني ذاھب الىٰ ابيکم السماوي يعني دنيائي تعلقا ڇڏي، پاءُ جي جھولي ڇڏي، پيءُ ڏي، يا عالم علوي ڏي ٿو وڃان.

ويا همراهه نڪري سڀ سفر تي
ڳهرين حاصل ڪرڻ جي مرتبو اِي
تہ تارڪ دوست هِن دنيا جو تون ٿيءِ
تعلق سڀ تون ڇڏ اُنهجا وساري
حسب توڙي نسب ڪر سڀ ڪناري
نسب[1] کي ڇڏ، مناسب جي طلب ڪر
وٺي حق ترڪ تون سيڪو نسب ڪر
نسب[2] ٿيا هِن سڀئي شهوت مان پيدا
سڏين ڏڪري کي امان ۽ کي بابا
چوين ناقص ضعيف کي تون خواهر
۽ حاسد پنهنجي کي ڪوٺين برادر
سڏين تون پنهنجي دشمن کي تو فرزند
جي سمجهين خويش، سي بيگانا منجهه فند

---

۱ـ آيت آهي تہ وإذا نفخ في الصور فلا انساب بينهم، يعني قيامت آئي نسبتون سڀ ڳرٿي وينديون، سڀ وسري وينديون - سڀڪو نفسي نفسي ڪندو. ۲ـ نفساني شهوت ماءُ ۽ پيءُ جي وجهہ اچڻ ڪري اولاد پيدا ٿو ٿئي - اولاد توڙي ٻيا قريب سڀ مطلبي آهن ۽ تنهنجا دشمن - تنهنجو مال تڪيو ويٺا آهن ۽ وارث ٿيڻ لاءِ خواهشمند آهن.

ڀڄائيج[1] ڪير آهن خال ۽ عم
ٽلال ڪان هي نہ خالي، هو نہ ڪان غم

اهي دنيا سان شامل، ترڪ سڀ ڪر
ڇڏائي پاڻ، حق جي هام تون ڀر

ادب بيشڪ رکيج تون ماءُ پيءُ جو
وٺي مرحق شرعي تو ڪان سيڪو

سيئي حق شرع جا بيشڪ بجا ڪر
مگر حق[2] پنهنجو فرضي پڻ ادا ڪر

حنيفي[3] ٿي ڇڏي قيد مذاهب
مڙهيءِ ۾ دين جي رهہ تون ٿي راهب

نظر ۾ تنهنجي جيسين تو رهي غير
آهي مسجد بہ تنهنجي لاءِ هڪ دير

ا- يعني ماماں ۽ چاچا بہ ساڳي طرح طلبي ۽ بد خواه آهن.
٢- ذاتي فرض يا مقصد آهي قرب الاهي، اهو نہ وسارج باقي شرعي حق پيءُ ماءُ عزيزن خويشن جا پلي بجا آڻ. ٣- حضرت ابراهيم وانگي حنيفي يا هڪ بهازو ٿي ۽ هڪڙي خدا ڏي منهن ڪر ۽ مذهبن جي قيد کان آزاد ٿي ۽ مسلم ۽ مستقيم ٿيءُ. راهب نصارن جو عابد آهي جو خلق کان ڀاڄي گوشہ نشين ٿئي تو ۽ دير يا مڙهيءِ ويهي ٿو.

بُت ۽ زنّار، ترسائي ۽ ناقُوس[١]
اِشارا سڀ ٿيا ڏيهن ترڪ ناموس
جي پائيين ڄين خُدا جو بندهٔ خاص
تہ پيدا پاڻ ۾ ڪر صِدقُ اِخلاص

اندر ۾ نَفسُ آهي تنهنجو ڪافر
ڪبو ڇا دينُ ۽ اسلام ظاهِر
نئين سِر هر گهڙيءِ ڪر تازو ايمانُ
مسلمانُ ٿيءُ، مسلمانُ ٿيءُ، مسلمانُ
ڪٿ هن ايمانُ پيدا ڪفر مان ٿئي
نہ اهڙي ڪُفر کي پڻ ڪُفر چئجي

رِيا ناموس عِزّت کان ٿي بيزار
ڇڏي خرقو خُوديءَ جو ٻڌ تُون زنّار
اسانجي پير جانُ ٿي ڪُفر ۾ فَرد
ٿي تابع مرد جو، جي آهين تُون مرد

---

١ــ ناقوس وڏو گهنڊ آهي جو ديولن ۾ وڄائيندا آهن. ٢ــ يعني پيرمغان يا مرشد ڪامل، جو ڪفر حقيقي ۾ لاثاني آهي. ڪفر يعني وحدت ۾ ڪثرت. مٿي ڪفر حقيقي جي معني سمجهائي وئي آهي.

مجرّد ٿي ڪنا اِقرار اِنڪار
۽ ترسا زادي[1] کي ڏِل ڏي تون يڪبار

بُتن ۾ حقُ سدا آهي او طاقي
ڪڏهن مُغبچو ٿئي ۽ ڪڏهن ساقي

عجب مُغبچو مُطرب ڳائيندو آهه
وڃي زاهد جي دلبر عِشق جي باهه

عجب ساقي، جو سؤ وَرهين جا پوڙها
ڪري بيهوش ۽ گُنگا ۽ ٻوڙا

وڃي جي مدرسي مسجد ۾ ڪاهي
فقيهن عابدن جي لاڪر لاهي

پياري مي ڪري سيني کي مخمور
وِسائي مسجد ۽ ميخاني ۾ نور

ڪري ڪڏهن کي مومن ڪي کي ڪافر

---

۱- ترسازاده يا مغبچه ۾ مرشد ڪي شامل ٿو ڄاڻي- هو سيکڻهن مريد جي حال ۽ سمجهه آهر هلايت ڪريندو ۽ معرفت ۽ توحيد جو سبق سيکاري ٿو. ڪڏهن ڪهڙي رستي سان ڪڏهن ڪهڙي رستي سان ڪڏهن ڪهڙي طرح هئي کي اِي طرح- ۽ سڀني کي عشق حقيقي جو شراب پياري مست ۽ مخمود ڪري ٿو.

اندُر ھِر ڪنھنجو سپ نڪري ٿئي ٻاھر
ڪِٿڙي مُونوٽ اُھو پرِڻ آيو ناگاھ
مُنکي ڪيئين خواب غفلت جي کان آگاھ
سندس مُنھن کان تي خلوت منھنجي روشن
ڪيو تنھن نور روشن منھنجو تَن مَن
ٿيا معلوم مُونکي عيبَ پنھنجا
رِيا ۽ مَڪر، ڪُوڙ و زُھد تقوي
ڏيکاريئين پاڻ پڻ اِيءَ منھنجي حالت
ڏٺي سڀ اُنکان تي مُونکي خجالت
ڏٺئين مُونکي جڏھن بيدل بي آرام
تڏھن مونکي ڏنئين جو دون پيري جام
لڳي جنھن آبَ کان اُتِ مُونہ آتش
پيرڻ سان سُرڪَ ھِڪَ[١] آءٌ ٿي ويس غَش
نشي کان تنھنجي آءٌ ليٽيس مٿي خاڪ
ٿيس مُيءُ پي فنا وحدت سندي پاڪ

---

١ـ يعني وحدت جو پاڪ شراب پي آءٌ فنا يا بيخود ٿي ويس يعني نيست نابود ٿي ويس.

نہ ڦاٽي نيست آهيان آءٌ نڪي هست
نہ هُشيار آهيان نہ مخمورُ نہ مَست
ڪَڏهن نا خوش رهانشو ۽ ڪڏهن خوش
ڪڏهن حيرانُ ۽ ڪڏهين مُشوّش[2]

## خاتم

١- اِهو مقام صحو بعد المحو جو آهي جتي آهيان بہ ناهيان بہ- هڪڙي معني ڪري فاني آهيان يعني پنهنجي ذات يا طبيعت ڪري ۽ ٻي معني ڪري باقي آهيان يعني حق جي اصلي ذات ڪري. مخمور جي معني خمار وارو يا اڌ هوش اڌ بيهوش ۽ مست سچو بيهوش ۽ بيخود ۽ فنا. ٢- تشويش آهي پريشاني.

ٿيو پُوڙو هتي ھي گُلشن راز
جنهين ۾ عشق جو ٿيو سوز ۽ ساز
عجب گلشن، جنهين جو آهي هر گُل
مِٺو ڙن لا ئيڙن ڪندڙ مانند بُلبُل
ٿِيا نَقل[٢] ۽ عَقل جا اُن ۾ حقائِق
صفا ٿيا اُن ۾ سڀ ڙها دقائِق
ڪري جيڪو اُنهن تي دن سِٺن وِيچار
ٿئي توحيد ۾ قابل ۽ هشيار
ڪري مَن کو مُصَنّف اُنجي کي ...
دُعا سان اُنجي مُنجو رُوح ٿئي
لکيو مولانا سعد الدين محمود
شبستر ۾ جو ٿيو مدفُون مولود
ڪيو مون ترجمو سنڌي ۾ اُنجو

---

١ـ يعني جنهن باغ جو سيڪو گل وانگي بوليون پيو ڪري ۽ اسرار ظاهر پيو ڪري سمجهائي، ۽ مڪاشفه ۽ مشاهده جو رستو ڏيکاري. ٢ـ يعني تصوف ۽ توحيد جا مشڪل عقدا ۽ دقيقا ۽ حقيقتون سمجهائي ٿو.

لڳايم اُنهه پوُرو ڪڙو هفتو
اصُل جو ذاتوُ تيو جڏهن گُلشن راز
ڪيو موُن ڀنجو ذالو ڪشف اعجاز
جمادي[2] ٻئي جي اج تاريخ ٿي ٻي
ٿيو سن تيرهن سوء ايڪٽيهه هجري
خُدا يا فضل ڪر هر حال هر گاهه
قليچ آهي سوالي تُنهنجي درگاهه
اُنهي جي خدا خوشنوُد ڪر توُن
عي عاقبت محموُد ڪر توُن

## تمّت بالخير

---

۱ يعني جي ڳالهيون معجزن وانگي ماٺهنڪي سمجهه ۾ نه اچن
۱ جهائن ۽ عاجز کن تنکي کولي سمجهائي ٿو. ۲ــ جمادي
ثاني يا جمادي الاخر مهينو .



Printed by R. H. Advani B. A. & Published by K. B. Mirza Kalich Beg at the STANDARD PRINTING WORKS,—Hydorabad Sind.

# غلطنامون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٩ | ١٦ | اني وجهت | اني وجهت وجهي للذي فطرالسموات والارض حنيفاً وما انا من المشركين |
| ٢٠ | ١٠ | راني | رآني |
| ٢٢ | ١٢ | يعني | ٢ـ يعني |
| ٢٥ | ١٦ | فريلْ | فويلْ |
| ٢٨ | ١٦ | الاحسي يسبح | الاحسناي يسبح |
| ٣٢ | ١٦ | پريتو" | پريتو. |
| ٣٨ | ١٣ | تاجتونْ | تاجبور |
| ٦١ | ١٤ | اشاعر | اشاعره |
| ٦٢ | ١٥ | شيطان، ڪان | شيطان ڪان |
| ٦٧ | ١٤ | وانگي. آهي | وانگي آهي، |
| ٧٣ | ٤ | ڇا آهر | ڇا آهر؟ |
| " | ٥ | مٺيا آهر؟ | مٺيا آهر |
| ٧٨ | ١٧ | القيامئر | القيامتر |
| ٨٧ | ١٤ | الآخره | الآخرة |
| ٨٨ | ١٣ | آهي. ؟ | آهي ؟ |
| ٩٦ | ١٦ | مشغول | مشغول |
| ١٠٠ | ١٦ | عنضرن | عنصرن |
| ١٠٣ | ٥ | آهي | آهي |